

# سنڌي
# پنجون ڪتاب

سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ، ڄام شورو

ڇپيندڙ:
سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ، پرنٽنگ پريس ڄام شورو.

هن ڪتاب جا سڀ حق ۽ واسطا
سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ، ڄامشورو، سنڌ وٽ محفوظ آهن.
سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ، ڄامشورو جو تيار ڪيل ۽ تعليم کاتي جو
سنڌ پرڳڻي جي پرائمري اسڪولن لاءِ واحد نصابي ڪتاب طور منظور ڪيل.

**ڪتابن جي نصاب جي جائزي واري قومي ڪميٽيءَ جو سڏاريل.**

---

نگران نظرثاني ۽ ترتيب

خالد مَحمُود سُومرو

چيئرمين سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ، ڄامشورو، سنڌ

لِکندڙ

ميمڻ غلام مُصْطَفيٰ مُشتاق ✻ سَيّد قادِر بَخش شاهه
الله بَخش ٽالپُر ✻ سُکيو خان چَنا
لَعل بَخش کوکر ✻ الله بَخش ٽُنيو
غُلام قادِر سُومرو ✻ رَشيد اَحمَد ميمڻ

نَظرثاني

مُحَمَّد فاضِل شيخ ✻ مُحَمَّد اِدريس جَتوئي
سَيّد اِمداد حُسَيني ✻ شَفِيع مُحَمَّد چانديو
مُحَمّد اَمين لغاري ✻ سَيّد شَمسُ الدِّين شاهه بُخاري
عَبّاس علِي نِظاماڻي ✻ مُحَمَّد ناظِم علِي خان ماتِلوي

ايڊيٽر

ڊاڪٽر غُلام علِي اَلانا ✻ سَيّد اِمداد حُسَيني

نِگران طباعَت: مُحَمَّد ناظِم عَلِي خان ماتِلوي

آرٽِسٽ: نعمت الله خلجي

ڪوآرڊينيٽر آرٽ ۽ ڊزائين: سَيّد علِي عَبّاس جَعفَري
لي آئوٽ ۽ ڪمپوزنگ: غُلام عَبّاس هاليپوٽو.

ڊيزائن اينڊ پروسيس: نوراني پروسيس، ڪراچي

---

هي ڪتاب سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ، پرنٽنگ پريس ڄامشورو ۾ ڇپيو.

# فهرست

# پيش لفظ

سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ هڪ اهڙو تعليمي ادارو آهي جنهن جو ڪم درسي ڪتابن جي تياري ۽ اشاعت ڪرڻ آهي. اُن جو اهم مقصد اهڙن درسي ڪتابن جي تياري ۽ فراهمي آهي، جيڪي نئين نسل کي علم ۽ شعور سان ڳنڍوڳنڍ منجهن اهڙي صلاحيت پيدا ڪن جنهن جي ذريعي اهي اسلام جي آفاقي نظرين، ڀائيچاري، بزرگن جي ڪارنامن، پنهنجي ثقافتي ورثي ۽ روايت جي حفاظت ڪندي نئين دور جي سائنسي، ٽيڪنيڪي ۽ سماجي تقاضائن کي پورو ڪري ڪامياب زندگي گذاري سگهن.

هن اعليٰ مقصد کي پوري ڪرڻ خاطر اهل علم، ماهرن، استاد صاحبن ۽ مخلص دوستن جي هڪ ٽيم ڪنڊڪٽرچ کان حاصل ٿيندڙ معلومات جي روشني ۾ ڪتابن جي درستيءَ جي معيار، جائزي ۽ انهن جي سُڌاري جي عمل ۾ اسان سان گڏ لڳاتار مصروف آهي.

اسان جا ماهر ۽ اشاعتي عملو اُن صورت ۾ ئي گهربل مقصدن ۾ ڪامياب ٿيندو،جڏهن انهن(ڪتابن)مان استاد صاحب، شاگرد ۽ شاگرديائيون پورو پورو لاڀ ماڻين. ان لاءِ سندن تجويزون ۽ رايا انهن ڪتابن کي بهتر بنائڻ ۾ ڪارآمد ٿيندا .

خالد محمود سومرو

چيئرمين

سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ، ڄامشورو ،سنڌ

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ



# تون حبيبُ، تون طبيبُ

تون حبيبُ، تون طبيبُ، تون دردَ جي دوا،
جانبَ منهنجي جيءَ ۾، آزار جا انواع،
صاحب ڏي شفا، ميان مريضن کي.

✿ ✿ ✿

تون حبيبُ، تون طبيبُ، تون درد جو دارُون،
دوا آهن دل کي، تنهنجيون تنوارُون،
کريان ٿي ڪارُون، جئن ٻُڪي پِنِنُون نه ٿئي.

✿ ✿ ✿

تون حبيبُ، تون طبيبُ، تون هي ڏِنَن ڏِپُ،
تون ڏيين، تون لاهيين، تُنهم هادي ربُ،
آهم ايءُ عجبُ، جئن واريو وبج وهاريين.

✿ ✿ ✿

تون حبيبُ، تون طبيبُ، تون دارُون کي دردن،
تون ڏيين تون لاهيين، ڏاترا کي ڏُکندن،
تلاهن ڦکيون فرق ڪن، جلاهن امرُ ڪرهو اُن کي.

- حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحه

## مشق

**(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

١- شاهه ڀٽائي، حبيبُ ڪنهن کي ٿو ڪوٺي؟
٢- مريضن کي شفا ڏيندڙ ڪير آهي ؟
٣- ڦکيون ڪڏهن ٿيون فرق ڪن ؟

**( ب ) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ اِهي جملن ۾ ڪم آڻيو:**

انواع - دارون - ڪارون - ڏِنَن - وبج - امرُ.

**( ج ) اسم ڇا کي ٿو چئجي؟**

سَبَقُ ٻيو

# پورهئي جِي اَهمِيَّت



پورهيت خُدا جو دوست آهي ۽ پورهيو هڪ قسم جي عبادت آهي. جيڪو انسان پورهئي کان ڪيٻائي ٿو، اُهو سدائين ٻين جو محتاج رهي ٿو. هيءَ دنيا جيڪا اڄ هيڏي اوج تي پهتي آهي، سا بہ انسان جي پورهئي جي ڪري پهتي آهي.

اسان جي پياري پيغمبر حضرت مُحَمَّد مُصْطَفيٰ صَلَّي اللهُ عَلَيْهِ وَآلِهٖ وَسَلَّمَ جن بہ پورهئي جو گهڻو تاڪيد فرمايو آهي. پاڻ سڳوراﷺ جيڪي بہ فرمائيندا هئا، انهيءَ تي پهريائين پاڻ عمل ڪندا هئا.پورهئي جي ايتري عظمت آهي، جو ٻنهي جهانن جا سردار پنهنجو ڪم پنهنجي مبارڪ هٿن سان ڪرڻ ۾ فخر محسوس ڪندا هئا.

پاڻ سڳوراﷺ جڏهن مڪي شريف کان هجرت ڪري مديني شريف ۾ رهڻ لڳا، تڏهن ڪين مسجد جوڙائڻ جو خيال آيو. اُنڪري پاڻ سڳورنﷺحضرت ابو ايوب انصاريءَ جي گهر جي پرسان زمين جو ڪجهہ ٽڪرو حاصل ڪيو. اُهو زمين جو ٽڪرو بَنُوُ نجّار جي ٻن يتيم ٻارن جو هو. اُنهيءَ زمين جي ٽڪري تي جهنگ ۽ ڪجين جا ڪجهہ وڻ بيٺل هئا. پاڻ سڳورنﷺ جهنگ ۽ ڪجين جا وڻ وڍائي، لاهہ ڪڍائي، مسجد جو بنياد رکيو؛ جنهن کي مسجد نَبوِي سڏيو وڃي ٿو.

جڏهن زمين، مسجد جي اڏاوت جي لاءِ تيار ٿي وئي، تڏهن ان جي تعمير جو ڪم شروع ڪيو ويو. حُضُورصَلَّي اللهُ عَلَيْهِ وَآلِهٖ وَسَلَّمَ جن، ٻين اصحابن سان گڏ، پاڻ بہ هڪ پورهيت وانگر، مسجد جي اڏاوت ۾ حصو ورتو. اصحابن، پاڻ سڳورنﷺ کي عرض ڪيو تہ، اهو ڪم اسان غلامن جي حوالي ڪري، پاڻ آرامي ٿين، پر رسولِ ڪريمصَلَّي اللهُ عَلَيْهِ وَآلِهٖ وَسَلَّمَ جَن سائن گڏ، مٽي ۽ پٿر ڍوئيندا رهيا ۽ مسجد جڙي راس ٿيڻ تائين ڪم ڪندا رهيا. اصحابي پاڻ سڳورنﷺ کي پورهيو ڪندي ڏسي، تہ انين وڌيڪ جوش ۽ جذبي سان محنت ڪرڻ لڳا.

مسجد نبوي ان وقت بلڪل سادي نموني ٺاهي وَئي. ڪچين سرن جون ڀتيون ٺاهي، انهن جي مٿان ڪجين جي ڦرهَنَ جي ڇت رکي وَئي. مسجدِ فرش نہ هئڻ ڪري، مينهن پوڻ ڪان پوءِ گپ ٿي ويندي هئي، تنهنڪري پٽ تي پٿريلي مٽي وجهرائي، اُن کي پڪو ڪرائي ڇڏيائون.

انهيءَ مان ثابت ٿيو تہ پاڻ سڳورا ﷺ پورهئي کي ڪيڏو نہ پسند فرمائيندا هئا. جيڪڏهن پاڻ سڳورا ﷺ رڳو حڪم ڪن ها، تڏهن بہ مسجد نبوي اڏجي وڃي ها، پر نَبِي ڪَرِيْم صَلَّي اللهُ عَلَيْهِ وَآلِهٖ وَسَلَّمَ جن پنهنجي سر ڪم ڪري، پورهئي جي اهميت کي دنيا آڏو ثابت ڪري ڏيکاريو.

اسان کي بہ گهرجي تہ پاڻ سڳورن ﷺ جي ڏنل سبق تي عمل ڪريون ۽ پورهئي کان ڪڏهن بہ عار نہ ڪريون.

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١- زمين جي جنهن ٽڪري کي مسجد نبويءَ جي اڏاوت لاءِ حاصل ڪيو ويو، اهو ڪنهن جو هو؟

٢- مسجدِ نبويءَ جي اڏاوت ۾ پاڻ سڳورن ﷺ ڪهڙو حصو ورتو؟

٣- پاڻ سڳورن ﷺ جي ڪم ڪرڻ مان، اسان کي ڪهڙو سبق ٿو ملي ؟

( ب ) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ اِهي جملن ۾ استعمال ڪريو:

ڪيٻائي - اوج - جڙي - راس - تهائين

( ج ) هيٺين لفظن جا ضِدَ ڳڌايو:

دوست - غلام - فرش - زمين .

( د ) هيٺيان خال ڀريو:

١- انهيءَ زمين جي ٽڪري تي______ ۽______ جا ڪجهہ وڻ بيٺل هئا.

٢- پورهيت خدا جو ______ آهي ۽ پورهيو هڪ قسم جي______ آهي.

( هہ ) اهڙا ڏهہ اسم لکو، جيڪي ساهوارن ،شين ۽ جاين جا نالا هجن.

سَبَقُ ٽيون

# حَضرَتُ عُثمانُ غَنِي رَضِيَ اللهُ تَعاليٰ عَنْهُ

حضرت عُثمان غَنِي رَضِيَ اللهُ تَعاليٰ عَنْهُ، مسلمانن جا ٽيان خليفا ٿي گذريا آهن. هو اسان جي پياري نَبِي ڪَرِيم صَلَّي اللهُ عَلَيْهِ وَآلِهٖ وَسَلَّمَ جن جا پيارا اصحابي هئا. حضرت عُثمانَ رَضِيَ اللهُ تَعاليٰ عَنْهُ جي طبيعت نهايت سنجيده ۽ حق پرست هئي. انڪري حضرت ابُوبَڪررَضِيَ اللهُ تَعاليٰ عَنْهُ جڏهن ڪين اسلام جي دعوت ڏني،تڏهن پاڻ بنا دير جي ايمان آندائون.

ٻين اصحابن وانگر، حضرت عُثمان غَنِي رَضِيَ اللهُ تَعاليٰ عَنْهُ ب، الله تعاليٰ جي راضپي ۽ عام ڀلائيءَ جي ڪمن لاءِ هر وقت پنهنجو تنُ منُ ۽ ڌنُ قربان ڪرڻ لاءِ تيار رهندا هئا. الله تعاليٰ ڪين دولتمند ته اڳيئي بڻايو هو، ويتر جو اسلام جي دولت سان مالا مال ٿيا ۽ پاڻ سڀڳورنﷺ جي صحبت ۽ تعليم نصيب ٿين، تنهنڪري هو اسلام ۽ مسلمانن جي خدمت لاءِ جاني ۽ مالي قرباني ڪرڻ ۾، اڳي کان اڳرا رهيا.

مسلمان جڏهن مڪّي شريف کان هجرت ڪري مديني شريف آيا، تڏهن ڪين پيئڻ جي پاڻيءَ جي ڏاڍي تڪليف پيش آئي. شهر جي ويجهو" رومہ" نالي مٺي پاڻيءَ جو هڪ کوهہ هوندو هو، جيڪو هڪ يهوديءَ جي ملڪيت هو. اُهو يهودي اينترو ته ظالم ۽ لالچي هوندو هو، جو پاڻي به پئسن تي ڏيندو هو. جيڪو ڪيس پئسا ڏيندو هو، تنهن کي پاڻي ڀرڻ ڏيندو هو ۽ جنهن غريب وٽ پئسا نہ هوندا هئا، سو اُج ۾ تڙپندو رهندو هو، پر هن کي ڪا ڪهل نہ ايندي هئي. خاص ڪري مسلمانن سان ته هن جو وير هوندو هو.

حضرت عُثمان رَضِيَ اللهُ تعاليٰ عَنْهُ جهڙي سخي ۽ رحمدل انسان کان، مسلمانن جي اها حالت ڏٺي نٿي ٿي؛ سو پاڻ پنهنجي هڙان اُن يهوديءَ کي پنجٽيهه هزار درهم ڏِني، اُهو کوهہ خريد ڪري، مسلمانن لاءِ وقف ڪري ڇڏيائون، جنهنڪري مسلمانن کي وڏو فائدو رسيو.

حضرت عُثمان غَنِي رَضِيَ اللهُ تَعاليٰ عَنْهُ پنهنجي دولت، اسلام ۽ مسلمانن جي عام ڀلائيءَ جهڙي ڪمن ۾ خرچ ڪري، مسلمانن لاءِ هڪ سنو مثال پيش ڪري ويا آهن. اسان جي ملڪ جي سرنديءَ پُڄنديءَ وارن مسلمانن کي اِنهيءَ مثال کي سامهون رکي، اسلام ۽ مسلمانن جي خدمت ڪرڻ گهرجي.

# مشق

( الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو :

١- حضرت عُثمان رَضِيَ اللهُ تَعاليٰ عَنْهُ کي الله تعاليٰ ڪهڙين خوبين سان نوازيو هو؟
٢- مني پاڻيءَ جي کوهہ جو نالو ڇا هو؟
٣- حضرت عُثمان رضہ اُهو کوهہ ڪنهن کان ورتو هو؟

( ب ) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو:

غني - سنجيده - ڪهل - اُپت - سَرندي پُڄندي.

( ج ) "سَرَندي پُڄندي" ٻٽو لفظ آهي، توهين اهڙا ڪي بہ پنج ٻٽا لفظ لکي ڏيکاريو.

( د ) هيٺين لفظن جا ضِدَ ٻڌايو:
دير -عام - ظالم - غريب - سخي.

( هہ ) جمع ۽ واحد ڻاهيو:

| واحِد | جَمَع | واحِد | جَمَع |
|---|---|---|---|
| | پيارا | فائدو | |
| | آيا | اڳرو | |

( و ) اُهو لفظ جنهن مان هڻڻ، ڪرڻ، سهڻ يا ڪنهن تي ڪنهن ڪم ٿيڻ جي معنيٰ نڪري، اُن کي فعل چئبو آهي. هيٺين جملن مان فعل چونڊيو:

١- اوهين جنهن مهل اسڪول ۾ آيا، اُنهيءَ مهل موڪل هئي؟

٢- سو پاڻ پنجٽيهہ هزار درهم ڏئي، اهو کوهہ خريد ڪري ، مسلمانن لاءِ وقف ڪري ڇڏيائون.

سَبَقُ چوٿون

# حَضۡرَتُ عُمَرۡبِن عَبۡدُالۡعَزِيۡز رَضِيَ اللهُ تعاليٰ عَنۡهُ

اسلامي تاريخ ۾، جيڪي نامور هستيون گذريون آهن، حضرت عُمَر بِن عَبۡدُالۡعَزِيز رَضِيَ اللهُ تعاليٰ عَنۡهُ بہ انهن مان هڪ آهي. هيءُ نامور خليفو بنواُميہ خاندان مان هو. خليفي ٿيڻ کان اڳ، هو وڏي شان سان رهندو هو، پر جڏهن خليفو ٿيو، تڏهن سندس رهڻي ڪهڻيءَ ۾ وڏو ڦيرو اچي ويو. حضرت عُمَربِن عَبۡدُالعَزِيز رَضِيَ اللهُ تعاليٰ عَنۡهُ جي دَور، خلافتِ راشده جي ياد تازي ڪري ڇڏي.

جڏهن ڪيس خلافت ملي، تڏهن شاهاڻي زندگي ترڪ ڪري، سادي زندگي اختيار ڪيائين ۽ پنهنجي سموري ذاتي ملڪيت بيت المال ۾ جمع ڪرائي ڇڏيائين. ايتري قدر جو پنهنجي گهر واريءَ کي بہ چيائين تہ هوءَ پنهنجا زيور ۽ قيمتي ڪپڙا بيت المال ۾ جمع ڪرائي ڇڏي. نيڪ بيبيءَ پنهنجي خاوند جو حڪم مڃيندي ، پنهنجو سمورو قيمتي سامان هڪدم بيت المال ۾ جمع ڪرائي ڇڏيو ۽ گهر جو سمورو ڪم ڪار بہ پاڻ ڪرڻ لڳي.

حضرت عُمَر بِن عَبۡدُالعَزِيز رَضِيَ اللهُ تَعاليٰ عَنۡهُ جي خلافت، عربستان ۽ شام کان سواءِ اسپين، مصر، ايران ۽ سنڌ تائين ڦهليل هئي. ڪيترائي حاڪم سندس حڪم هيٺ هئا ۽ سرڪاري خزاني ۾ اڻ مَئِي دولت هئي. اٿاهہ لشڪر ۽ سپاهہ هٿ ۾ هئس. سندس فرمان چوطرف هلندو هو، تنهن هوندي بہ سندس رهڻي ڪرڻي عام ماڻهن کان سادي هوندي هئي.

هڪڙي ڀيري عيد جي موقعي تي، سندس ٻارڙن کي پائڻ لاءِ نوان ڪپڙا ڪونہ هئا. گهر واريءَ کيس چيو، تہ ”ٻارن جي ڪپڙن لاءِ بيت المال مان هڪ مهيني جو پگهار اڳواٽ ڪٽي وٺو“. لاچار ٿي، بيت المال جي ناظر کي هڪ مهيني جو پگهار اڳواٽ ڏيڻ لاءِ لکيائين. ناظر جواب ۾ لکيو: ” تہ ڇا امير المؤمنين کي اها پڪ آهي تہ پاڻ هڪ مهينو جيئرو رهندو“ ؟ اِهو جواب ٻڌي پاڻ پنهنجي گهر واريءَ کي چيائين، ”سچ آهي تہ حياتيءَ تي ڪوبہ ڀروسو ڪونهي“. اُنهيءَ عيد تي عام ماڻهن جي ٻارن کي تہ نوان ڪپڙا پهريل هئا پر خليفي جي ٻارن پراڻن ڪپڙن ۾ عيد گذاري.

حضرت عُمَر بِن عَبۡدُالعَزِيز رَضِيَ اللهُ تعاليٰ عَنۡهُ جي زندگيءَ مان عدل ۽ انصاف، سادگيءَ ۽ سچائيءَ جا انيڪ مثال پيش ڪري سگهجن ٿا. هو پنهنجو ڪم پنهنجي هٿن سان ڪندو هو. هڪ ڀيري رات جو پاڻ لکڻ جو ڪم ڪري رهيو هو؛ تان جو ڏيئي جو تيل بہ اچي پورو ٿيو. ان رات وٽس ڪو مهمان آيل هو. خليفي کي تيل لاءِ اٿندو ڏسي، انهيءَ مهمان

چيو تہ "يا اميرالمؤمنين! توهين ويٺا هجو، آءُ ڏيئي ۾ تيل وجهي ٿو اچان". خليفي اهو ٻڌي وراڻيو تہ تُون منهنجو مهمان آهين، آءُ توکي تڪليف ڏيڻ پسند نہ ٿو ڪريان". مهمان اهو جواب ٻڌي، عرض ڪيو تہ "جي مون کان ڪم نہ ٿا وٺڻ گهرو، تہ پوءِ ڪنهن خادم کي سڏي وٺان". خليفي انهيءَ تي ورندي ڏني تہ" انهن سڄو ڏينهن ڪم ڪيو آهي، هن وقت ننڊ ۾ ستل آهن. آءُ سندن آرام ڦٽائڻ نہ ٿو گهران". مهمان کي هاڻي ڪچهري جي ڪابہ واٽ نہ رهي، ۽ خليفي پاڻ اُٿي ڏيئي ۾ تيل وڌو.

حضرت عُمَر بن عَبدُالعَزِيز رَضِيَ اللهُ تَعاليٰ عَنہٗ جي خلافت جو عرصو، لڳ ڀڳ ٽي سال رهيو: پر اُنهيءَ ٿوري عرصي ۾، پاڻ سادگيءَ ۽ سچائيءَ جو هڪ شاندار مثال قائم ڪيائين. اِنهيءَ ڪري تاريخ ۾ سندس نالو هميشه لاءِ روشن رهندو.

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١ - خليفي ٿيڻ کان پوءِ حضرت عمر بن عبدالعزيز رَضِيَ اللهُ تعاليٰ عَنہٗ جي رهڻيءَ ڪرڻيءَ ۾ ڪهڙو ڦيرو آيو؟
٢ - خليفي ٿيڻ کان پوءِ حضرت عُمَربن عَبدُالعَزِيز رضہ پنهنجيءَ گهر واريءَ کي ڇا چيو؟
٣ - سندس خلافت عربستان ۽ شام کان سواءِ ٻين ڪهڙن ملڪن تائين پکڙيل هئي؟
٤ - خليفو عيد تي ٻارن کي نوان ڪپڙا ڇو نہ وٺي ڏئي سگهيو؟
٥ - حضرت عُمَربن عَبدُالعَزِيز رَضِيَ اللهُ تَعاليٰ عَنہٗ جي زندگيءَ مان اسان کي ڪهڙي نصيحت ٿي ملي؟

( ب ) صِفَت ڇا کي ٿو چئجي؟

سَبَق پنجون

# صُحبَت جو اَثَرَ

چَڱن جي سنگت ۾ رهي ڪارگرُ،
بُرن جو سدائين بُرو ٿئي اَثرُ.
چڱن ڪان چڱائي ٿي حاصل ٿئي،
چڱن ۾ رهي مرد ڪَاملُ ٿئي.
بُري دوستي ٿي بڇائي بُرو،
لڳي ڪاٺ ڪي جيئن پارُوا سُرو .
چڱن ڪان ملي ماڻهپو ٿو مدام،
۽ سڌري پوي ٿو جتان خاص عام.
چڱن ساڻ جيڪو ٿو صحبت ڪري،
اُهو پنهنجي حاصل ٿو عظمت ڪري.
چڱن جي ٿي سَنگت سڌاري ڇڏي،
ٿي بگڙي بڇائي، سنواري ڇڏي.
چڱن ساڻ زنده ٿئي ٿو ضَميرُ،
برائي بڇائي ڇڏي ٿي اَسيرُ.
چڱيون ٿي وجن جيڪڏهن عادتون،
ته گذرن خوشيءَ سان سيئي ساعتون.
چَڱين صُحبتن جو چڱو آ" اثر"،
بُرن ڪان پچو، آ قصو مُختصر.

- عبدالله "آثر"

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١- بُرن جي سنگت ڪان دور رهڻ جو ڇو تاڪيد ڪيو ويو آهي؟
٢- چڱن جي صحبت مان ڪهڙا فائدا آهن؟

( ب ) اهڙا چار لفظ ٻڌايو، جيڪي اسم جو گڻ ٻڌائين.

( ج ) هن نظم جو مطلب پنهنجي ڪاپيءَ تي لکي ڏيکاريو.

سَبَق چوٿون

# سَيِّدَةُ النِّساءِ رَضِيَ اللهُ تَعاليٰ عَنْهَا جو ڏاجُ

ڏيٺَرُ اڄ نندييون سياڻ وڏيون، ڪنهن نہ ڪنهن ڏينهن نيٺ وڃي پنهنجو گهر وسائينديون. هرڪو مائٽ ائين گهرندو آهي تہ شاديءَ کان پوءِ، سندس نياڻي سدائين سُکي سَتابي هجي. شاديءَ جي موقعي تي جيڪو سامان ڪُنوار جا مائٽ پنهنجي نياڻيءَ کي ڏيندا آهن، تنهن کي ڏاجُ چئبو آهي، موجوده دور ۾ ڏاجُ ڏيڻُ بہ هڪ رسم بڻجي ويو آهي. اڪثر ڪري ڏٺو ويو آهي، تہ اسان جي ملڪ ۾ ڪنواريتا گهر جا ٿپڙ وڪڻي ۽ ڳاٽي ڀڳا قرض کڻي، گهڻي کان گهڻو ڏاج ڏيندا آهن.

اهڙن مائٽن کي حُضُور ڪَرِيم صَلَّي اللهُ عَلَيْهِ وآلِهِ وَسَلَّمَ جن جي عملي زندگيءَ مان سبق پرائڻ گهرجي ۽ ڪيس ڏسڻ گهرجي تہ سَيِدَةُ النساء رضہ جهڙي خاتون، جنهن جو حضرت مُحَمَّد مُصْطَفيٰ صَلّي اللهُ عَلَيْهِ وآلِهِ وَسَلَّمَ جن جهڙو پيءُ هجي ۽ حضرت عَلِي ڪَرَّمَ اللهُ وَجْهَهُ جهڙو گهوٽ هجي، تنهن کي ڏاج ۾ ڇا مليو؟

هڪڙي پاسي پاڻ سڳورن صہ جي دل ۾، سڄيءَ سائڻ لاءِ ايتري تہ عزت ۽ محبت هوندي هئي، جو سندن اچڻ تي پاڻ سڳورا صہ اُٿي بيهندا هئا ۽ پيار مان پنهنجي نياڻيءَ جي پيشاني چُمندا هئا. سفر تي اسهڻ مهل يا واپس ورڻ مهل بہ، پاڻ سڳورا صہ سندن گهر ويندا هئا. ٻئي پاسي شاديءَ جي موقعي تي، پاڻ سڳورن صہ. سَيِّدَةُ النِّسَاءِ حضرت فاطِمَةَ الزّهراءِ رَضِيَ اللهُ عَنْهَا کي تمام سادو ۽ ٿورو ڏاج ڏنو.

ٻنهي جهانن جا سردارَ جيڪڏهن چاهين ها، تہ سڄيءَ دنيا جي دولت پنهنجي پياريءَ نياڻيءَ کي ڏاج ۾ ڏئي سگهن ها؛ پر ڪين پنهنجي اُمت کي سادي زندگيءَ گذارڻ جو سبق ڏيڻو هو، انهيءَ ڪري پاڻ سڳورن صہ بيبي فاطمه بُتُول رضہ کي جيڪو ڏاج ڏنو، تنهن ۾ هڪ وهاڻو، چمڙي جو بسترو، جنهن ۾ کجيءَ جو ڪاٻرُ ۽ اُن ڀريل هئي، پاٽيءَ پرڻ جون بہ سانداريون، هڪ جنڊُ، بہ ٺڪر جا ڪَونرا، هڪ لوٽو، هڪ گرم چادر، هڪ ڪاٺ جو پيالو ۽ کجيءَ سان واڻيل هڪ کٽ شامل هئي.

اسلام اڄاڻي ڏيکاءَ ۽ وڏاءَ کان جهليو آهي. اڄڪلهہ اسلامي تعليم کان منهن موڙڻ جي ڪري، اسان جي سماج ۾ ڪيترين ئي خرابيون پيدا ٿي ويون آهن. ڏاج ڏيڻ بہ اُنهن مان هڪ آهي. ڏاج جي گهربل بندوبست نہ هئڻ ڪري، ڪيترين نياڻين جي مُرڳو شادي ئي نٿي ٿي سگهي.

جيڪڏهن گهڻو ڏاجُ مانَ ۽ مرتبي جو اهڃاڻ هجي ها، ته هوند پاڻ سڳورا ﷺ پنهنجي پياري نياڻيءَ کي گهڻي کان گهڻو ڏاج ڏين ها؛ پر ٻنهي جهانن جي سردار سَيدةُ النِساءِ رضه کي ٿورو ڏاج ڏئي، پنهنجيءَ اُمت کي سادگي اختيار ڪرڻ جو سبق ڏنو آهي.

اسان جو فرض آهي ته اسين پاڻ سڳورن ﷺ جي ڏيکاريل واٽ تي هلون ۽ سندن ڏنل تعليم تي عمل ڪريون. ائين ڪرڻ سان، نه رڳو ڏاج جي مسئلي کي، پر زندگيءَ جي سڀني مسئلن کي، سولائيءَ سان منهن ڏيئي سگهنداسين.

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١- ڏاج ڇا کي چئبو آهي؟
٢- پاڻ سڳورن ﷺ سَيِّدَةُ النِّساءِ رضه کي ڏاج ۾ ڇا ڇا ڏنو؟
٣- گهڻو ڏاج ڏيڻ سماجي برائي ڇو آهي؟
۴- پاڻ سڳورن ﷺ پنهنجي پياري نياڻيءَ کي ٿورو ڏاج ڏئي اُمّت کي ڪهڙو سبق ڏنو؟

( ب ) هيٺين لفظن جي معنيٰ ٻڌايو:

اڪثر - اُسهڻ- ڏيکاءُ - مرتبي - اهڃاڻ.

( ج ) اهڙا پنج لفظ ٻڌايو، جيڪي اسم جو اَوڳڻ ٻڌائين.

سَبَقُ سَتون

# خَندَقَ وارِي جَنگ



رَسُولُ اللهِ صَلَّي اللهُ عَلَيْهِ وَآلِهٖ وَسَلَّمَ جن جي اڳواڻيءَ ۾، مسلمانن جون ڪافرن سان جيڪي جنگيون ٿيون، تن مان خندق جي جنگ بہ مشهور آهي. خندق جي معنيٰ آهي "کاهي". هِن جنگ تي اِهو نالو، انهيءَ ڪري پيو، جو مسلمانن ڪي پنهنجي بچاءَ لاءِ، هڪ وڏي کاهي کوٽڻي پئي هئي. هن جنگ کي "اَحزاب جي جنگ" پڻ چوندا آهن. اَحزاب جي معنيٰ آهي جماعتون يا ٽولا. هن جنگ ۾ مسلمانن خلاف دشمنن جا ڪيترائي ٽولا شامل ٿيا هئا، تنهنڪري هن جنگ کي انهيءَ نالي سان بہ سڏيو ويندو آهي.

مسلمان جڏهن کان مڪي شريف مان هجرت ڪري، مديني شريف آيا هئا، تڏهن کان مڪي شريف جا ڪافر ۽ مديني شريف جا يهودي ۽ منافق، ڪين ختم ڪرڻ جا وَجَهہ پيا ڳوليندا هئا. مديني شريف جي يهودين سان مسلمانن جو ٺاهہ ٿيل هو، پر يهودي هر ڀيري ٺاهہ جي ڀڃڪڙي ڪندا هئا. هڪڙي ڀيري يهودي قبيلي بَنُو نَضِير پاڻ سڳورن ﷺ کي جاني نقصان پهچائڻ جي سازش ڪئي. اُنهيءَ سازش جي خبر پوڻ تي، پاڻ سڳورن ﷺ يهودين جي اُنهيءَ قبيلي کي مديني شريف مان نيڪاليءَ جو حڪم ڏنو. اُنهيءَ واقعي کان پوءِ يهودين جي دلين ۾ مسلمانن لاءِ دشمني ويتر وڌي وئي. مسلمانن کان ويرُ وٺڻ لاءِ هو مڪي شريف جي ڪافرن سان مليا ۽ ڪين جنگ لاءِ تيار ڪيائون.

پاڻ سڳورن ﷺ کي جڏهن ڪافرن ۽ يهودين جي گڏيل جنگي تيارين جي خبر پئي، تڏهن صلاح مصلحت لاءِ سيني اصحابن کي گهرايائون. اُنهن اصحابن ۾ حضرت سلمان

فارسي رَضِيَ الله عَنهُ به هو. هو ايراني هو ۽ ڪيس ايراني جنگين جو تجربو هو. تنهن صلاح ڏني ته مديني شريف کي ٽن طرفن کان قدرتي بچاءُ آهي، باقي هڪ طرف کان خطرو آهي. ان طرف کان خندق کوٽي بچاءُ ڪيو وڃي. اها رٿ سڀني کي وڻي، ۽ ٽي هزار مسلمان کاهي کوٽڻ ۾ جُنبي ويا. حُضُورصَلَّي اللهُ عَلَيْهِ وَآلِهِ وَسَلَّمَ جن به اُنهيءَ ڪم ۾ ڀرو ورتو.

اڃا خندق جي کوٽائيءَ جو ڪم مڪمل ٿيو ئي مس، ته ڪافر هڪ وڏي ڪٽڪ سان اچي ڪڙڪيا. خندق جي طريقي واري جنگ هُنن لاءِ بلڪل نئين هئي. خندق کي پار ڪرڻ سندن وس کان ٻاهر هو. انهيءَ ڪري هو مديني شريف کي گهيرو ڪري ويهي رهيا. آخر هڪڙي ڏينهن ڪافرن جا چار چونڊ پهلوان کاهي ٽپي آيا. اُنهن مان ٻن کي حضرت عَلِي ڪَرَّمَ اللهُ وَجْهَهُ ماري وڌو. هڪُ کاهيءَ ۾ وڃي ڪريو ۽ باقي هڪ ڇٽي ڀڄي جان بچائي.

جيئن جيئن گهيري جو وقت وڌندو پئي ويو، تيئن تيئن ڪافر به تنگ ٿيڻ لڳا، ڇاڪاڻ ته سندن کاڌو به اچي کٽڻ لڳو ۽ هُنن جو لشڪرُ ۽ سواريءَ جا جانور به بُک وگهي مرڻ لڳا. وري هڪ رات مٿن اوچتو قدرت جو قهر اچي نازل ٿيو ۽ سخت طوفان اچي لڳو، جنهنڪري سندن خيما اڏامي ويا ۽ جانور رسا ڇنائي وٺي ڀڳا. ڇوڏاري ٺاڪوڙو پئجي ويو ۽ ڪافر مُنهُن ڪري وٺي ڀڳا.

اهڙيءَ طرح الله تعاليٰ پنهنجي نيڪ بندن جي مدد ڪئي، ۽ دشمنن جي وڏي ڪٽڪ تي،جنگي هٿيارن ۽ سامان جي گهٽائي هوندي به، مسلمانن جي ٿوري لشڪر کي فتح بخشي.

هن جنگ ۾ کاهي کوٽڻ واري جنگي رٿا ڪامياب وئي، جنهن دشمنن جون وايون بتال ڪري ڇڏيون.

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١- خندق جي جنگ تي اُهو نالو ڪيئن پيو؟
٢- هن جنگ کي احزاب جي جنگ ڇو چوندا آهن؟
٣- حضرت سلمان فارسيءَ رضہ ڪهڙي رٿ ڏني؟
٤- مسلمانن کي الله تعاليٰ جي ڪهڙي مدد پهتي؟

( ب ) هيٺين لفظن جي معنيٰ ٻڌايو:

خندق- وَجْهه - ويتر - رٿ - ڀرو -ڪٽڪ .

( ج ) اهڙا ٽي لفظ ٻڌايو، جن مان قَد يا مِقدار جي معنيٰ نڪري
جيئن ڊگهو، گهٽو وغيره.

ڳالهائڻ کي پنهنجي ضابطي ۾ رکڻ ئي وڏي عقلمندي آهي

سَبَقُ اَنون

# مُحترَمہ فاطِمہَ جِناح



سنڌ جيڪي مشهور هستيون پيدا ڪيون آهن، تن مان محترمہ فاطِمہ جِناح اسان جي قائدِ اَعظَم محمد علي جناح جي ننڍي ڀيڻ پڻ هئي. هوءَ قائدِ اعظم کان عمر ۾ سترهن سال ننڍي هئي ۽ اُنهيءَ ساڳيءَ جاءِ ۾ ڄائي هئي، جتي ڪراچيءَ ۾ قائد اعظمؒ ڄائو هو.

محترمہ فاطِمہَ جناح اڃا ٻن سالن جي مس ٿي هئي، جو سندن ماءُ وفات ڪري وئي. اٺن سالن جي عمر ۾ هوءَ پنهنجي پيءُ جي سرپرستيءَ کان بہ محروم ٿي وئي. پوءِ قائد اعظم ڪيس سنڀالڻ لڳو.

هوءَ پيءُ جي فوت ٿيڻ کان پوءِ، ممبئيءَ (بمبئي) وڃي قائد اعظم رحہ سان گڏ رهڻ لڳي

قائد اعظم ڪيس اسڪول ۾ داخلا وٺي ڏني. هُن اُتي ڏهين ڪلاس جو امتحان پاس ڪري ورتو. اُنهيءَ امتحان پاس ڪرڻ کان پوءِ هوءَ پڙهائي ڇڏي، سڄو وقت گهر ۾ گذارڻ لڳي.

١٩٢٦ع ڌاري، هوءَ ڏندن جي ڊاڪٽريءَ جي تعليم ۽ تربيت حاصل ڪرڻ لاءِ ڪلڪتي رواني ٿي. پنهنجي اُها سِکيا پوري ڪري، وري ممبئيءَ (بمبئيءَ) ۾ موٽي آئي. ممبئيءَ ۾ موٽي اچڻ کان پوءِ، هُن ڏندن جي ڊاڪٽريءَ جو ڪم شروع ڪيو. اڃا انهيءَ ڳالهہ کي گهڻو وقت ڪونہ گذريو هو، تہ ١٩٢٩ع ۾ قائدِ اعظمؒ جي بيگم وفات ڪري وئي ۽ هُنن جو گهر ڄڻ خالي ٿي ويو. محترمہ فاطمہ جناح پوءِ ڊاڪٽريءَ جو ڌنڌو ڇڏي، دل ۾ اِهو پڪو پَهُہ ڪيو، تہ باقي سڄي عمر پنهنجي ڀاءُ جي خدمت ڪنديس.

قائدِ اعظمؒ کي قومي خدمت جو ڪم ڏينهن رات ڪرڻو پوندو هو. ڪيس آرام ڪرڻ لاءِ بہ وقت ڪونہ ملندو هو. اِنهيءَ ڪري اهو تمام ضروري هو تہ ڪونہ ڪو سندس آرام ۽ آسائش جو خيال ۽ اونو رکي. محترمہ فاطِمہَ جناح اها خدمت دل ۽ جان سان بجا آندي.

قائدِ اعظمؒ کي قومي ڪمن ڪارين جي سِلسلي ۾ اڪثر ٻاهر وڃڻو پوندو هو. اِن

حالت ۾ مُحترمَہ فاطِمَہ جناح ساڻس هميشہ گڏ هوندي هئي. اتفاق سان هوءَ جيڪڏهن پويان رهجي ويندي هئي تہ خَطَ پَٽَ، ٽيليفونَ ۽ تار رستي هر روز ڀاءُ جي خيريت جو حال احوال وٺندي هئي.

مُحترمَہ فاطِمَہ جناح قائدِ اعظمؒ جي کاڌي پيتي جو ڏاڍو ڌيان رکندي هئي ۽ هُوءَ سندس ڪاڌو پنهنجي نظرداريءَ هيٺ تيار ڪرائيندي هئي ۽ ساڻس گڏجي کائيندي هئي. جيستائين قائدِ اعظمؒ جاڳندو رهندو هو، تيسين هوءَ بہ ڪين سمهندي هئي. انهن ڳالهين ڪري قائدِ اعظمؒ بي اونو ٿي، ڪمن ڪارين ۾مصروف رهندو هو.

قائدِ اعظمؒ کي خبر هئي تہ جيڪو ڪم هو پنهنجي قوم لاءِ ڪري رهيو هو، اُنهيءَ ۾ مُحترّمَہ فاطِمَہ جناح جي خدمت، محبت ۽ خُلُوصَ جو پڻ وڏو حصو آهي. هڪڙي ڀيري تہ قائدِ اعظمؒ پاڻ فرمايو هو تہ" آخر مسلم ليگ ڇا آهي؟ اها آهي، آءٌ ۽ منهنجي ڀيڻ" .

قائدِ اعظمؒ جي قابليت ۽ محنت جي ڪري ئي ١٩٤٧ع ۾ پاڪستان وجود ۾ آيو. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ ڪيس اڳي کان بہ وڌيڪ محنت ڪرڻي پئي، جنهنڪري سندس تندرستي خراب ٿيڻ لڳي. نيٺ قائدِ اعظمؒ ١١ سيپٽمبر ١٩٤٨ع ۾ هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪيو. وفات کان اڳ، بيماريءَ ۾ ڀيڻ پنهنجي ڀاءُ جي ٽهل ٽڪور ۾ راتيون جون راتيون اوجاڳا ڪيا، پر هوءَ پنهنجي پياري ڀاءُ کي موت جي چنبي مان ڇڏائي ڪين سگهي.

محترمہ فاطمہ جناح جو پاڪستان جي ٺهڻ ۾ پڻ وڏو هٿ هو. پاڪستان تحريڪ لاءِ هُن مسلمان عورتن ۾ ڪافي سجاڳي پيدا ڪئي.

آخر هيءَ بزرگ هستي، جنهن پنهنجي حياتي پنهنجي عظيم ڀاءُ ۽ قوم لاءِ وقف ڪري ڇڏي هئي، ٩ جولاءِ ١٩٦٧ع تي، پنهنجي اباڻي شهر ڪراچيءَ ۾ وفات ڪري وئي. ڪيس وڏيءَ عزت ۽ احترام سان پنهنجي ڀاءُ جي مقبري جي پرسان دفن ڪيو ويو.

پاڪستانين جي دل ۾ مُحترَمَہ فاطِمَہ جناح جي لاءِ جيڪا محبت ۽ احترام موجود آهي، تنهن جو اندازو اِن مان ظاهر ٿو ٿئي، جو سڄي قوم ڪيس " مادَرِمِلَّت " جي نالي سان ياد ٿي ڪري.

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١ – مُحترَمَہ فاطِمَہ جناح ڪهڙي شهر ۾ ڄائي هئي؟

٢ – هن ڏندن جي ڊاڪٽريءَ جي تعليم ڪٿي ورتي ؟

٣ – قوم ڪيس ڪهڙي نالي سان ياد ڪري ٿي ؟

( ب ) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ اُهي جملن ۾ ڪم آڻيو:
تربيت - پَهُ - اونو - مصروف - خلوص - مادرِ ملت.

( ج ) هيٺين لفظن جا ضد لکو:

| | | | |
|---|---|---|---|
| | خالي | | حياتي |
| | پڪو | | شروع |
| | محبت | | گهڻو |

( د ) " ٺهل ٺڪور " ٻٽو لفظ آهي. توهين اهڙا ڪي ٻه ٽي ٻٽا لفظ لکي ڏيکاريو.

( هه ) نظرداري ٻن لفظن نظر+ داري، جي ميلاپ سان ٺهيو آهي.اوهين اهڙا ڪي ٻه ٽي لفظ لکي ڏيکاريو.

(و ) آءٌ - مان- مون / اسين - اسان/ تون - توهان - توهين/ اوهان - اوهين/ هُو - اُهي/ هوء -لفظ ضمير آهن. توهين انهن لفظن مان جملا ٺاهي ڏيکاريو.
جيئن: " آءٌ اچان ٿو" .

سَبَقُ نائون

# هَلو سَبز پَرچَم اُڏاري هَلو (بيت)



وطن جي چمن کي سنواري هلو،
سنواري، سُڌاري، اُجاري هلو.

سخا جي نظر سان نِهاري هلو،
وفا جي اکر کي اُچاري هلو.

سوين سِجَ اُڀ تي اُڀاري هلو،
سچو ساٿُ ساري سنياري هلو.

ڪدورت ۽ ڪيني کي دل مان ڪڍي،
فقط ديس جو ڌيان ڌاري هلو.

جبل، جهنگ، دريا لتاڙي لنگهو،
ڏکن جي تہ ڏونگر کي ڏاري هلو.



کچائي، کُپت، ڪوڙُ ڪوري ڪڍو،
صداقت ۽ سچ جي سهاري هلو.

بلنديءَ جي عظمت جا ڪوڙي عَلمَ،
زماني کي حيرت ڏياري هلو.

ڪنارا اچي نيٺ چُمندا قدم،
تَوَڪل جي تُرهي کي تاري هلو.

هلڻ جو، وڌڻ جو، بِگُلُ ٿو وڄي،
اُٿو قافلي کي اٿاري هلو.

امانت اوهان کي ٿي سُونهي" سليم"،
هلو سبز پرچم اڏاري هلو.

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١- شاعر وطن کي سڌارڻ لاءِ ڪهڙي صلاح ٿو ڏئي؟

٢- توکل جي تُرهي کي تارڻ مان ڇا حاصل ٿيندو؟

( ب ) هيٺين شعرن ۾ خال پري، اُنهن کي مکمل ڪريو:

هلڻ جو وڌڻ جو ............ ٿو وڄي،

اٿو قافلي کي............ هلو.

........ اوهان کي ٿي سونهي "سليم"،

هلو سبز ............ اَڏاري هلو.

( ج ) هيٺين لفظن جي معنيٰ ٻڌايو ۽ اُهي جملن ۾ ڪم آڻيو:

ڪدورت - ڪُپت - عظمت - توڪل - بگل

( د ) اهڙا ٽي ضمير ٻڌايو، جيڪي ڳالهائڻ وارو پنهنجي بدران ٿو ڪم آڻي.

سيني کان سٺو عمل سٺو اخلاق آهي

سَبَقُ ڏهون

# سَـيِّدُ اَلهندو شاهہ



ڏاهن جو قول آهي تہ چڱو انسانُ ڪڏهن بہ ڪونہ ٿو مري. هو پنهنجي زندگيءَ ۾ جيڪا نيڪي ڪري ٿو، اُنهيءَ جي ڪري سندس نالو قيامت تائين زنده رهندو. هِن دنيا ۾ ڪيترائي اهڙا ڀلا انسان ٿي گذريا آهن، جن جي سموري زندگي پنهنجي قوم جي خدمت ڪندي گذري آهي. سَـيِّدُ اَلهندو شاهہ بہ اهڙن نيڪ انسانن ۾ ڳڻجي ٿو.

ڪنڊياري تعلقي جي ڊيري شهر ۾، جنهن کي درٻيلو بہ چوندا آهن، هڪ وڏو زميندار سيّد يوسف شاهہ رهندو هو.اُن بزرگ کي ١٨٦٤ع ۾ هڪ پُٽ ڄائو، جنهن جو نالو سَيِّدُ اَلهندو شاهہ رکيائين. سَـيِّدُ اَلهندوشاهہ ننڍي هوندي کان ئي ڏاڍو سُلڇڻو ۽ ذَهينُ هو. پڙهڻ جيڏو ٿيو، تہ سندس والد کيس ڊيري جي مدرسي ۾ ويهاريو، جتي پاڻ عربي، پارسي ۽ سنڌي تعليم حاصل ڪيائين.

سَـيِّدُ اَلهندي شاهہ کي هر وقت پنهنجي قوم جي ڀلائيءَ جو اونو رهندو هو. هو جڏهن دهليءَ جي وائسراءِ جي ليجِسليٽو اسيمبليءَ جو ميمبر هو، تڏهن اتي بہ عوام جي ڀلي لاءِ ڪم ڪندو رهيو. ان ڏينهنِ سنڌ ۾ غير آباد زمين تي بہ ڍل ڏيڻي پوندي هئي. اُن ڍل کي "نوبت" سڏيو ويندو هو. نوبت نہ ڏيڻ جي ڪري زمين سرڪار ضَبط ڪري ڇڏيندي هئي. سَـيِّدُ اَلهندي شاهہ جي ڪوشش سان، اُها ڍل ماڻهن تان معاف ٿي وئي. هو ڪجھ وقت تائين فرسٽ ڪلاس آنرري مئجسٽريٽ بہ ٿي رهيو.

سَـيِّدُ اَلهندو شاهہ عام ماڻهن جي ڀلي لاءِ هميشہ اڳي کان اڳرو رهندو هو. غريبن ۽ مسڪينن جو وڏو همدرد ۽ هڏ ڏوڪي هوندو هو. محتاج ۽ ضرورتمند سندس در تان ڪڏهن بہ خالي نہ موٽيا. هو نهايت سادو ۽ نِهٺو هوندو هو. دين جي ڪمن ۽ عبادت کان ڪڏهن بہ غافل نہ رهيو. هُن ڪيترين ئي مسجدون جوڙايون. صبح جو روزانو قرآن شريف جو دور ڪري، پوءِ ڪو ٻيو ڪم ڪندو هو. سندس پوشاڪ صاف ۽ سادي هوندي هئي. وڏي سلوار ۽ پهراڻ

پائيندو هو ۽ مٿي تي پٽڪو ٻڌندو هو. ٻاهر نڪرندو هو ته ڊگهو ڪوٽ به پائيندو هو. پيرن ۾ هميشه سنڌي جُتي هوندي هيس.

سَيِّدُ اَلهندي شاهه جي سڄي عمر ڀلائيءَ ۽ خير جي ڪمن ۾ گذري، پر سندس سڀ کان وڏو ۽ يادگار ڪم آهي نوشهري فيروز ۾ مدرسو قائم ڪرڻُ. اُن وقت مسلمانن لاءِ انگريزي تعليم پرائڻ جون سهولتون گهٽ هيون، جنهنڪري اُنهن لاءِ انگريزي تعليم حاصل ڪرڻ ڏاڍي ڏکي ڳالهه هئي. سندس ڪوشش سان اهو مدرسو، اڳتي هلي هاءِ اسڪول بڻيو، ۽ اڄ اُهو مدرسو "نوشهروفيروز هاءِ اسڪول" جي نالي سان مشهور آهي. اُنهيءَ هاءِ اسڪول جي ڀرسان هڪ هاسٽل به جوڙايائين، جنهن ۾ غريب ۽ ٻاهران آيل شاگردن لاءِ مفت رهائش ۽ کاڌي پيتي جو پڻ بندوبست ٿيل هو. هاسٽل ۾ رهندڙ شاگردن جي خرچ جو بار به شاهه صاحبَ پاڻ تي کنيو هو.

ڇوڪرن جي تعليم سان گڏ، شاهه صاحب کي نياڻين جي تعليم جو به اونو رهندو هو. نياڻين کي تعليم جي زيور سان سنوارڻ لاءِ، پنهنجي ڳوٺ ۾، لوڪل بورڊ کان اسڪول جاري ڪرايائين. سنڌ جي هن نيڪ انسان ١٩١٩ع ۾ وفات ڪئي.

سَيِّدُ اَلهندي شاهه هڪ مثالي زندگي گذاري. پاڻ جيتوڻيڪ هن وقت اسان ۾ موجود نه آهي، پر سندس ڪيل خدمتون ۽ حياتي گذارڻ جو نمونو اسان جي سامهون آهي. سَرنديءَ وارن ماڻهن کي، سيِّد اَلهندي شاهه جي زندگيءَ کي هڪ مثال ڪري وٺڻ گهرجي، ۽ قوم جي خدمت ڪرڻ گهرجي.

## مشق

( الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١- سَيِّدُ اَلهندو شاهه ڪٿي پيدا ٿيو؟

٢- سَيِّدُ اَلهندي شاهه جو سڀ کان وڏو ۽ يادگار ڪارنامو ڪهڙو آهي؟

٣- هو ڪهڙو لباس پائيندو هو؟

( ب ) هيٺين لفظن جي معنيٰ ٻڌايو ۽ اُهي جملن ۾ ڪم آڻيو:

احترام - اونو- هڏ ڏوکي - نهٺو - سنوارڻ.

( ج ) اهڙا ٽي ضمير ٻڌايو، جيڪي ويجهي اسم ڏانهن اشارو ڪن. جيئن: هيءَ

سادگي ايمان جي نشاني آهي

سَبق يارهون

# هَوا، گئسَ ۽ ٻاڦَ

ٻارو! ساهوارن جي جياپي لاءِ هَوا تمام ضروري آهي. هن دنيا ۾ ڪابہ اهڙي جاءِ ڪانهي، جتي هَوا نہ هجي. اسان جي چوڌاري هوا آهي. هر اُها جاءِ، جيڪا ظاهر ۾ اسان کي خالي ڏسڻ ۾ ٿي اچي، سا حقيقت ۾ هَوا سان ڀريل هوندي آهي. مثال طور اسين شيشي جو هڪ خالي گلاس کڻون ٿا. اُهو گلاس ڏسڻ ۾ تہ خالي ٿو اچي، پر حقيقت ۾ خالي نہ آهي، اُنهيءَ ۾ هَوا ڀريل آهي. هاڻي اسان کي ڪيئن خبر پوي تہ اُنهيءَ گلاس ۾ هَوا ڀريل آهي؟ ڇاڪاڻ تہ هَوا ڏسڻ ۾ ڪانہ ٿي اچي. اِهو پروڙڻ لاءِ اچو تہ هڪ تجربو ڪريون:



پاڻيءَ سان ڀريل هڪ ٿانءُ کڻو. اُن ۾ خالي گلاس اونڌو ڪري وجهو. اوهان ڏٺو تہ پاڻي گلاس ۾ ڪونہ ويو. هاڻي گلاس کي پاڻيءَ ۾ ٿورو پاسيرو ڪري جهليو. اوهان ڏٺو تہ پاڻي گلاس ۾ وڃڻ لڳو آهي. اُن سان گڏ پاڻيءَ مان هَوا ٻُڙ ٻُڙ ڪري، ٻاهر نڪرڻ شروع ڪيو آهي. اها هَوا اُن گلاس ۾ هئي، جنهن ۾ هاڻي پاڻيءَ وجهي جاءِ والاري آهي. هِن تجربي مان ثابت ٿيو تہ هَوا موجود آهي ۽ جاءِ بہ والاري ٿي.

ٻارو! هَوا نہ رُڳو جاءِ والاري ٿي، پر اُن کي وزن بہ آهي. جهڙيءَ طرح ڪاٺ، لوهہ ۽ پاڻيءَ کي وزن آهي، تهڙيءَ طرح هَوا کي بہ وزن آهي. اِن ڳالھ جي ثابتي لهڻ لاءِ اچو تہ هڪ تجربو ڪريون. پهرين بہ وڏا ڦوڪڻا کڻو ۽ اُنهن کي چڱيءَ طرح هوا سان ڀريو. هاڻي اُنهن ڦوڪڻن کي هڪ سنهي ڪاٺيءَ جي ٻنهي پاسن کان ٻڌو. ڪاٺيءَ جي وچ تي هڪڙو ڌاڳو اهڙيءَ طرح ٻڌو، جو ڌاڳي جهلڻ سان ڪاٺي سڌي ٿي بيهي. هاڻي هڪ ڦوڪڻي ۾ سُئيءَ سان سوراخ ڪريو. جيئن جيئن اُنهيءَ ڦوڪڻي مان هَوا نڪرندي ويندي، تيئن تيئن ڪاٺي ڦوڪيل ڦوڪڻي واري پاسي جُهڪندي ويندي. انهيءَ مان اِهو معلوم ٿيو تہ ڦوڪيل ڦوڪڻي وارو پاسو هوا جي ڪري ڳرو آهي.

هَوا هڪ مُرَڪب گئس آهي. مرڪب اُن شيءِ کي چئبو آهي، جيڪا هڪ کان وڌيڪ شين جي ميل هوندي آهي. گئسَ نہ نهري آهي نہ ٺي وري پٽڙي. انهيءَ ڪري اُن جي ڪابہ شڪل يا مقدار ڪونہ ٿئي. هَوا ٻن مکيہ گئسنِ جي ميل آهي. هڪڙي آهي آڪسيجن ۽ ٻي آهي نائٽروجن.

اسين جيڪا هَوا ساهه وسيلي ڪڍندا آهيون، تنهن ڪي آڪسيجن گئس ڇئبو آهي. توهان کي خبر هوندي ته انسان جڏهن چنڊ تي لٿو هو، تڏهن پاڻ سان آڪسيجن هتان کڻي ويو هو، ڇاڪاڻ ته چنڊ تي هَوا آهي ئي ڪانه. اِنهيءَ ڪان سواءِ آڪسيجن شين کي ٻرڻ ۾ به مدد ڪري ٿي. نائٽروجن گئسَ ڪنهن به ٻرندڙ شيءِ کي تڪڙو ٻرڻ نه ڏيندي آهي.

ٻارو! هَوا وانگر اڪثر گئسون به ڏسي نه سگهبيون آهن. گئس صرف بوءِ مان معلوم ڪري سگهبي آهي. گئسون ٻرڻ جي به ڪم اينديون آهن. جيئن ڪوئلن جي گئس. اوهان کي ته خبر هوندي ته شهرن ۾ رڌپچاءَ جو سمورو ڪم سُوئي گئس تي ٿئي ٿو.اها گئس بلوچستان جي "سُوئي" نالي هڪ ڳوٺ مان نڪري ٿي. قدرتي ملندڙ گئس کي سوئي گئس سڏيو وڃي ٿو. هِن گئس تي ڪيترا ڪارخانا به هلي رهيا آهن.



ٻارو! پاڻيءَ کي جڏهن تمام گهڻي گرمي ڏبي آهي، تڏهن اُهو ٽهڪڻ لڳندو آهي ۽ ٻاڦ جي صورت وٺي اڏامي ويندو آهي. اوهان آسمان تي اڇا ۽ ڪارا ڪَڪَرَ ته ضرور ڏٺا هوندا! ٻاڦ کي مٿي جڏهن ٿڌ ٿي لڳي، تڏهن اُن مان ڪڪر ٺهيو پون، جيڪي اسان کي ظاهر ڏسڻ ۾ ٿا اچن. ٻاڦ ٻن قسمن جي ٿيندي آهي: هڪڙي سچي ٻاڦ ۽ ٻي ڪوڙي ٻاڦ. سچي ٻاڦ ڏسڻ ۾ ڪانه ايندي آهي ۽ اُن ۾ بوءِ به ڪانه ٿيندي آهي.ڪوڙيءَ ٻاڦ کي پاڻيءَ جو دونهون به سڏبو آهي.

ٻاڦ مان اسان کي ڪيترائي فائدا آهن.ٻاڦ پيدا ڪري اسين ان جي وسيلي آگبوٽ، آگگاڏيءَ جون انجڻيون ۽ ٻيون ڪَلُون هلائيندا آهيون.

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١- ثابت ڪري ڏيکاريو ته هوا هر هنڌ موجود آهي؟

٢- ڪيئن ثابت ڪندا ته هوا کي وزن آهي؟

٣- هوا ڪهڙين ٻن گئسن جي ٺهيل آهي؟

٤- ڪن به ٻن مکيه گئسن جا خاص ڪم ٻڌايو.

( ب ) اهڙا ضمير ٻڌايو، جيڪي نالي بدران ڪم ايندا آهن.

سَبَقُ ٻارهون

# آفريڪا جا عجائبات

هيءَ سڄي دنيا هڪ وڏي عجائب گهر جي مثال آهي. الله تعاليٰ هن ڌرتيءَ تي ڪيترين ئي عجيب شيون ۽ ڏيک پيدا ڪيا آهن، جَن کي ڏسڻ سان ڏندين آڱريون اچيو وڃن. ڪٿي گهاٽا ٻيلا آهن، تہ ڪٿي رڻ پٽ، ڪٿي برف سان ڍڪيل پهاڙ آهن، تہ ڪٿي وري آبشار. قدرت جي اِنهيءَ ڪاريگريءَ کي ساراهڻ کان سواءِ رهي نٿو سگهجي.

اسين جنهن ڌرتيءَ تي رهون ٿا، سا ڪجهہ وڏن حصن ۾ ورهايل آهي. هر حصي کي کَنڊُ چئبو آهي. اُهي کنڊ هي آهن: ايشيا، يورپ، اتر آمريڪا، ڏکڻ آمريڪا، آسٽريليا ۽ آفريڪا. سيني کنڊن ۾ قدرتي توڙي انسان جا ٺاهيل عجيب ڏيک ۽ عمارتون آهن. آفريڪا جو کنڊ بہ اهڙن عجائبات سان مالامال آهي.

آفريڪا جو گهڻو حصو گهاٽن ٻيلن ۽ سرسبز ماٿرين سان ڀريل آهي. آفريڪا ۾ ڪيترن ئي قسمن جا جانور رهن ٿا، جيڪي دنيا جي ٻين کنڊن جي حصي ۾ ڪونہ ٿا ملن. اچو تہ اڄ آفريڪا جي عجائبات جي باري ۾ ڪجهہ معلومات حاصل ڪريون.



ڏکڻ آفريڪا ۾ هڪ قسم جي واري آهي، جنهن تي جيڪڏهن هلبو يا ان تي تيز هوا لڳندي، ته ان مان عجيب قسم جا آواز اچڻ لڳندا آهن. اُتي جا ماڻهو هن واريءَ کي سڏين ٿي "رڙيون ڪندڙ واري". آفريڪا ۾ " بوباب "نالي هڪ وڻ ٿيندوآهي.اُن جي ڪاٺي نرم ٿيندي آهي ۽ ميوو ڪدوءَ جهڙو ٿيندو اٿس.اُن جي ڳر کي ٻاري، مڇر ۽ پِيا جِيتَ ڀڄائيندا آهن. اُن وڻ جي ڳَل وري رڱاوت جي ڪم ايندي آهي. ڳَل مان رسيون، ڪپڙو ۽ ساز به ٺاهيندا آهن. وڻ جي ٻجن مان عورتون هار ٺاهي پائينديون آهن. ڪي ماڻهو پراڻي وڻ جي ٿُڙ کي کوري، پورَ ٺاهي اُن ۾ رهندا آهن.

آفريڪا جي اندرين علائقن ۾ اهڙا به وڻ ٿيندا آهن، جيڪي پرسان لنگهندڙ هر ساهواري کي پاڻ ڏانهن ڇڪي، سندس رت چوسي وٺندا آهن. اُتي هڪ وڻ اهڙو به آهي، جنهن جي عمر ٥٧ هزار سال ڇئي وجي ٿي.

پِرَٽمڊَ به آفريڪا جي عجائبات مان ليکيا وڃن ٿا، جن کي "مصر جا اهرام" پڻ چئبو آهي. اِهرامَ قديم مصرجي فرعونن جا مقبرا آهن. مصر جي آڳاٽن بادشاهن جو عقيدو هو ته مرڻ کانَ پوءِ روح جسم ۾ موٽي ايندو. تنهنڪري هُنن پنهنجا لاشا خاص مصالحن ۾ محفوظ ڪرايا. لاشن سان گڏ، انساني ضرورت جون سموريون شيون به اهرامن ۾ رکيون وينديون هيون، ته جيئن ٻيهر جيئري ٿيڻ کان پوءِ، اُنهن کي ڪتب آڻي سگهجي. ماهرن جو خيال آهي ته هر هڪ اهرام جي اڏاوت تي هڪ لک ماڻهن کي ويهه سال لڳا هوندا. اُنهن اهرامن کي ڏسڻ لاءِ، سڄيءَ دنيا مان هزارين سَياحَ مصر ۾ ايندا آهن.

آفريڪا جي عجائبات ۾، قلوپطرا راڻيءَ جي پاءُ ٽالميءَ جو ٺهرايل روشنيءَ جو منارو به اچي وڃي ٿو. اُهو منارو اسڪندريه ۾ هو. مناري جي چوٽيءَ تي وڏا شيشا لڳل هوندا هئا. جن کي رات جو باهه ٻاري روشن ڪيو ويندو هو. روشنيءَ جو اُهو منارو جهازن جي بچاءَ لاءِ ٺهرايو ويو هو. هيءُ منارو دنيا جي ستن عجائبات مان هڪ هو، جيڪو ١٣٧٥ع ۾ زلزلي اچڻ سبب تباهه ٿي ويو.

آفريڪا جي اُتر زَمبابوي ۾ زَيمبزي نديءَ تي وڪٽوريا آبشارُ به ڏسڻ وٽان آهي. دنيا جو هيءُ وڏي ۾ وڏو آبشارُ آهي. ان جو پاڻي اٽڪل هڪ سؤ ٽيهه ميٽرن جي اُتاهيءَ تان هيٺ ڪِري ٿو. هي آبشارُ سن١٨٥٥ع ۾ هڪ انگريز سيلانيءَ لِونگ اسٽونَ ڳولي لڌو هو. آفريڪا جا اصلوڪا رهاڪو هِن آبشار کي ديوتا ڪري مڃيندا هئا، ۽ انهيءَ تي جانور ٻَـل چاڙهيندا هئا.

آفريڪا جو رڻ پٽ به دنيا جو وڏي ۾ وڏو رڻ پٽ آهي. آفريڪا جي اصلوڪن رهاڪن

جي شڪار ڪرڻ جو طريقو بہ ڏسڻ وٽان آهي. اِن کان سواءِ آفريڪا کنڊ ۾ ٻيا بہ ڪيترائي عجيب وڻ، ٻُوٽا ۽ جانور آهن. سچ پچ تہ اُنهن عَجائبات کي ڏسي ڏِٺي تعاليٰ جي قُدرت کي ساراهڻو پوي ٿو.

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

- هيءَ ڏرتي ڪيترن وڏن حصن ۾ ورهايل آهي؟
- خاص قسم جي واريءَ کي "رڙبون ڪندڙ واري" ڇو سڏيندا آهن؟
- بوبابِ وڻ جون ڪي خاصيتون ٻڌايو.
- ٻِرنمڙ ڇا آهن؟
- وڪٽوريا آبشارُ ڪهڙيءَ نديءَ تي آهي؟

( ب ) هيٺين جا ضد لکو:

| | | | |
|---|---|---|---|
| [illegible] | | [illegible] | |
| [illegible] | | [illegible] | |
| [illegible] | | [illegible] | |
| [illegible] | | [illegible] | |

## سَبَقُ تيرهون

# بَهار (نظم)



آئي مند ملهار! پکين ڪئي للڪار!
رُتيون مڙيئي پليون، ڪانهي تُلَ بَهار،
انگورين ۽ ڪيتڪين، ڪڙيا ڪنٽهار،
ڳُليو گل گلاب جو، هنڌ هنڌ ٿي هيڪار،
ڪِلي ڪا ڪيڏي ڪئي، لات مٿي للڪار-
سُڻ ڪوئل جي ڪُونجار!

آئي رُت بسنت جي، ٽِلِي سيڪا ٽار،
موتيو، مکرو، زعفران، چنبيلي چوڏار،
ڪستوري خوشبوءِ ٿي، ڀريا ڀؤنر هزار،
باتيون ڪن بُستان ۾، بلبلن جا ڏُنار-
سُڻ پوريءَ جي پُٽڪار!

آئي رُت بسنت جي، پکين سَرهائِي،
سينوڪڙيو، ڇهنبون پٽيو، ڏين وڻ وڻ واڌائي،
چولِيَرَ ليڙي چولي، لات مٽي لائي،
انبن مٿان اُسرِي، طوطي ڪئي تنوار-
سُڻ چَترنءِ جي چُونڪار!

پٽن کي پهراڻ پيو، ڏس قادر جو ڪرم!
ڇيهو چِلُ چگرو ٿيو، سائون، ڳنڊير، ڳم،
پاريهلُ خوشيءَ مان ڌم ڌم پري ڌم،
پَتلَ مٿان پُٽندي، اگن ڪيا اُچار-
سُڻ هڙيءَ جي هُونگار!



کـائي ويـئي کـيـٽ کي، ڏس ٻـوڙيءَ جا ڀار،
ڪنيون ڪانـڀاٽي هـٿ ۾، ٻنـيـرن جـا ٻـار،
هٿن ڳـليلا هـن کي، هـکل ڪـيو هـاڪـار،
مٺان لـنگهندي موسـڙي، عجب ڪيا اظهار،
سُڻ جـهـرڙ جي جُهـونـگار!



وٺـــن مٿان مـورَ ٽي، جِهمڪڻ لـڳو جـهـنـگ،
ســونهي ٿو سبزيءَ ڪـان، سـڀ ڪـو ڏڙو ڏنـگ،
واڪـاٽـيـو واحـد کي، چـِيـهَـن چـوري چـنـگ،
لـپـنـدي ڪنهن ٽاريءَ تـي، ڪٽي ڳاڏيرڻ گـفـتـار-
سُـــڻ ٽـکليءَ جـي ٽُـرنـڪار،
سُـــڻ پـکـيـن جـي للـڪار.

## مشق

**(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

١ - پکي ڪهڙيءَ منڊ ۾ خوش ڏسبا آهن؟
٢ - بهار ۾ وڻن جي ڪهڙي حالت ٿيندي آهي؟
٣ - ياد رکو ته : انگوريون، ڪيتڪيون، ڪنٽهار، گلاب، موتيو، مگرو، زعفران ۽ چنبيلي گلن جا نالا آهن. انهن جون تصويرون پنهنجي البم ۾ لڳايو.
٤ - ڪيدو، ڪوئل، بُلبُل، پوري، چوٽير، طوطو، چَتون، پاريهَلُ، اگن، هُڙي، ٻوڙي، موسڙو، چيهو، ڳاڏيرڻ ۽ ٽکلي پکين جا نالا آهن، اهڙا ٻيا نالا پنهنجي نوٽ بڪ ۾ لکو.

**( ب ) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ اِهي جملن ۾ ڪم آڻيو:**

ٽل - هڪار - سرهائي - واڏائي - لات - واڪاٽيو.

**( ج ) لفظ "هِتي" مان جاءِ جي معنيٰ ٿي نڪري، اهڙا ڪجھ ٻيا لفظ ٻڌايو، جيڪي جاءِ جي معنيٰ ڏيکارين!**

جڏهن ڪوبہ ڪم ڪريو، تہ ياد رکو تہ الله ڏسي ٿو

سبق ڇوڏهون

# ڀنڀور

اسان وٽ سسئي ۽ پنهونءَ جو قصو تمام مشهور آهي. سسئي ڀنڀور شهر جي رهاڪو هئي. ڀنڀور جو شهر هن وقت ڦٽل آهي، پر ان جي کوٽائيءَ مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ ڀنڀور ڏاڍو سُهڻو ۽ وسندڙ شهر هو ۽ وڏو واپاري مرڪز هو. قصيءَ ۾ ٻڌايل آهي تہ وڏا وڏا قافلا هتي ايندا ويندا هئا. شهر جا ماڻهو ڏاڍا سکيا ستابا هئا. اهڙو سکيو ستابو شهر هن وقت مٽيءَ جو ڍير ٿيو پيو آهي.

ڀنڀور جو ڀڙو ڪراچيءَ کان اوڀر طرف ٦٤ڪلوميٽر پنڌ تي آهي. ڪراچيءَ کان نڪتي ڏانهن ايندڙ قومي شاهراهہ تي "مِل ايريا" وٽ هڪ وڏي بورڊ تي ٿلهن اکرن ۾ "ڀنڀور" لکيل آهي. دڙي جو طرف ڏيکارڻ لاءِ بورڊ تي تير جو نشان بہ ڏنل آهي. هِن هنڌ کان دڙو اٽڪل ٢ ڪلوميٽر ڏکڻ طرف آهي.

ڪجهہ سال اڳي هتي ڪابہ وسندي ڪانہ هئي، رڳو مٽيءَ جو ڍير هو. چوڌاري ٽڪر پٿر ٽڙيا پکڙيا پيا هوندا هئا. هن وقت قديم آثارن جي کاتي طرفان اُتي عجائب گهر، مسافرخانو، هڪ ننڍي مسجد ۽ پارڪ قائم ڪيا ويا آهن. هتي پيئڻ جي پاڻيءَ جو بہ مناسب انتظام ڪيل آهي. ڪراچيءَ کي ويجهو هئڻ ڪري، هتي ماڻهن جي چڱي اچ وڃ آهي ۽ خاص ڪري موڪل جي ڏينهن ۾، هتي گهڻا ماڻهو گهمڻ لاءِ اچن ٿا.

هيءُ شهر ڪنهن ٻڌايو هو ۽ ڪڏهن آباد ٿيو يا ڦٽو، اِن جي ڪابہ صحيح خبر ڪانہ آهي. ڀڙي جي کوٽائيءَ مان هٿ آيل شين کي ڏسي، ماهرن اندازو لڳايو آهي تہ اُهو اچ کان ٻہ هزار سال اڳ آباد هو.

هن ڀڙي جا ٻہ حصا آهن. اُنهن مان هڪ آهي وارياسي ٽڪري، جنهن جي چوڌاري ڪنهن زماني ۾ پٿر جو مضبوط ڪوٽ ڏنل هو؛ ۽ ٻيو آهي شهر جو ٻاهريون حصو، جيڪو قلعي جي اوڀر ۽ اُتر طرف پکڙيل هو. ڀڙي جي پاسي ۾ اوڀر طرف پراڻو قبرستان بہ آهي. شهر جي قلعي وارو حصو اٽڪل ست اٺ ايڪڙ ٿيندو، جو اولهہ کان اوڀرطرف پکڙيل آهي. اُن قلعي جي ڊيگهہ ويڪر کان ٻيڻي ٿيندي. ڏکڻ طرف کان عربي سمنڊ ڀڙي سان لڳو بيٺو آهي. کوٽائي رڳي قلعي جي ڀت جي اتر ۽ اوڀر طرف ٿي آهي . قلعي جي اَڏاوت پٿر سان ٿيل آهي منجهس اُن وقت جي دستور موجب، ٿوري ٿوري مفاصلي تي مورچا ٺهيل آهن. هِن وقت بہ قلعي جي ڀت هيٺئين شهر کان ڇهہ ميٽر مٿي آهي. کوٽائيءَ بعد قلعي جا ٽي دروازا ظاهر ٿيا آهن: هڪ اوڀر طرف، ٻيو اتر اوڀر طرف ۽ ٽيون ڏکڻ طرف. اُنهن جون چاڙهيون گهڙيل

پٿرن جون آهن.

هِن پڙي جي مٿئين تَهہ مان مسلمان حڪمرانن جي زماني جون ڪيتريون ئي شيون پڻ مليون آهن. قلعي اندر هڪ مسجد ملي آهي، جا ستٽيهہ ميٽر ڊگهي ۽ ڇٽيهہ ميٽر ويڪري آهي. ان جي اڱڻ ۾ پڪيـن سرن جو فرش لڳل آهي، وضوءَ واري جاءِ پڪي چُن سان لِتل آهي ۽ پاڻيءَ جي نيڪال لاءِ پڪي نالي ٺهيل آهي. مسجد کان اولهہ طرف ٿورو پريرو هڪ گهر مليو آهي، جنهن جو اڱڻ چُن سان لِتل آهي. جايون اڪثر ڪري پٿرن ۽ ڪچين سرن جون ٺهيل آهن. ڏکڻ طرف قلعي جي در وٽ هڪ جاءِ ملي آهي، جنهن لاءِ گمان آهي تہ اُها ڊِڪو هئي. قلعي جي اتر اوڀر ۾ هڪ ڍنڍ آهي، جا هينئر گهٽي لُٽجي وئي آهي، تنهن هوندي بہ وير چڙهڻ وقت سمنڊ جي پاڻيءَ سان ڀرجي ويندي آهي. پاڻيءَ کان بچاءَ لاءِ قلعي کي پُستي لڳل هئي، جا کوٽائيءَ سان ظاهر ٿي پئي آهي.

شهر جي اتر طرف قلعي جي ڀت جي ٻاهران هڪ ڪارخاني جا نشان مليا آهن. اُتي هڪ وڏو هال ۽ پاسي ۾ ننڍا ننڍا ڪمرا بہ ظاهر ٿيا آهن. ڪارخاني ۾ ٺڪر جا وڏا ڪُونارَ پوريل مليا آهن. انهيءَ قسم جا ڪُولرَ شهر جي ٻيـن حصن ۾ پڻ مليا آهن. ڄاڻن جو خيال آهي تہ هيءُ شهر ان وقت وڏو هنري مرڪز هو.

هتان جيڪي شيون لڌيون آهن، سي سڀ هتي قائم ڪيل عجائب گهر ۾ رکيل آهن. مسلمانن کان اڳ جي زماني جا ٺڪر جا ڇِٽيل ٿانو، مٽيءَ ۽ پٿر جا بوتا ۽ ٻيو سامان هڪ پاسي رکيل آهي. اسلامي دَور جي مٽيءَ ۽ چينيءَ جي ٿانون جا نمونا، پٿر تي عربيءَ ۾ اُڪريل مسجد مان هٿ آيل ڪتبا، سون، چانديءَ ۽ ٽامي جا سڪا، سڪن ٺاهڻ جا سانچا وغيرهہ ٻئي پاسي رکيل آهن. اِنهيءَ کان سواءِ اُتي شيشي، عاج، سِپَ، لوهہ ۽ ٽامي جون هٿ آيل شيون پڻ رکيل آهن.

## مشق

(الف) هيٺيـن سوالن جا جواب ڏيو:

١- ڀنڀور جو پڙو ڪٿي آهي؟ ٢- ڀنڀور شهر بابت ڪهڙو قصو مشهور آهي؟

٣- قلعي جي اڏاوت ڇا سان ٿيل آهي؟ ٤- ڀنڀور جي قلعي جا ڪيترا دروازا لڌا آهن؟

٥- هِن پڙي مان اسلامي دور جي ڪهڙي مکيہ جاءِ ملي آهي؟

( ب ) مان ريت جي معنيٰ تي نڪري، جنهن کي گرامر ۾ ظرف چئبو آهي: اهڙا ڪجھ ٻيا لفظ ٻڌايو جن مان ريت جي معنيٰ نڪري.

بيوقوفن ۽ جاهلن جي صحبت کان اڪيلائپ بهتر آهي

سبق پندرهون

# صاف پاڻي

زندگيءَ لاءِ پاڻي نهايت ضروري آهي. کاڌي کان سواءِ ساهوارا گهڻي وقت تائين ڪن حالتن ۾، چاليهن ڏينهن تائين به زنده رهي سگهن ٿا. پر پاڻيءَ کان سواءِ ايترو وقت جيئرو رهي نہ ٿو سگهجي.

جهڙيءَ طرح جيئري رهڻ لاءِ پاڻي ضروري آهي، تهڙيءَ طرح تندرست رهڻ لاءِ وري پاڻيءَ جو صاف هجڻ ضروري آهي. وڏن شهرن ۾ جتي پاڻيءَ جو ڪاپو زياده آهي، اُتي گهڻو ڪري ندين، ڍنڍين يا تلائن جو پاڻي، وڏن حوضن ۾ گڏ ڪرڻ بعد، ڇاڻي، آنرائي، صاف ڪري نلن جي وسيلي ورهايو ويندو آهي. پاڻي ءَ کي آنرائڻ ۽ صاف ڪرڻ لاءِ اُنهن حوضن ۾ ريتيءَ يا ڪوئلن جا تهہ وڇايا ويندا آهن، ۽ ڪي دوائون بہ ملايون وينديون آهن. هاڻ تہ وڏن شهرن ۾ صاف پاڻي پهچائڻ لاءِ جديد فلٽر پلانٽ استعمال ڪيا پيا وڃن. ننڍن ڳوٺن ۾ کوهن ۽ تلائن جو پاڻي پيئڻ جي ڪم آڻبو آهي. جنهن کي صاف رکڻ لاءِ، خاص ڌيان ڏيڻ جي ضرورت آهي. ٻيءَ حالت ۾ اُن ۾ گند ڪچرو، وڻن جا پن ۽ ميون جون کلون پئجي وينديون ۽ پاڻي خراب ٿي ويندو. اهڙيءَ حالت ۾ ڪيترين ئي بيمارين پيدا ٿين ٿيون.

مينهن جو پاڻي، جي اصلي حالت ۾ ملي، تہ اُهو بلڪل صاف ۽ پاڪ هوندو آهي، پر اُن جو صاف حالت ۾ ملڻ مشڪل آهي. اُهو پاڻي ڪڪرن مان نڪرڻ بعد، هوا جي غلاظتن، جيوڙن، مٽيءَ جي ذرڙن، قسم قسم جي دونهين ۽ ڪيترين ئي گئسن کي ڌوبو، پاڻ سان ملايو ڇڏي ۽ گدلو ٿيو پوي. انهيءَ ڪري مينهن جي پاڻيءَ ۾، زمين تي پهچڻ تائين ڪافي غلاظتون مليو وڃن. زمين تي ڪِرڻ کان پوءِ ڌرتيءَ جي گندگي ۽ معدني جزا ڳري ان سان ملي ويندا آهن. پوءِ جڏهن اُهو پاڻي زمين ۾ چوسجي ويندو آهي، تڏهن ڌرتيءَ جي تهن مان لنگهندي، گهڻي ڀاڱي ڇڻي صاف ٿي ويندو آهي؛ اُن هوندي بہ اُن جي صفائي ٿيڻ گهرجي. قدرتي پاڻي گهڻو ڪري پورو صاف نہ هوندو آهي، اِنڪري صحت لاءِ نقصانڪار ٿي سگهي ٿو.

صاف پاڻي اُهو آهي، جنهن جي استعمال سان تندرستيءَ کي ڪوبہ نقصان نہ رسي. صاف پاڻيءَ ۾ هيٺيون خاصيتون هئڻ گهرجن:

١- اُن ۾ ڪنهن بہ قسم جي بوءِ نہ هئڻ گهرجي. جيڪڏهن اُن ۾ ٿوري بہ بوءِ هوندي، تہ اهڙو پاڻي صحت لاءِ نقصانڪار ٿيندو آهي.

٢- اُن جو رنگ بدليل نہ هجي. جنهن پاڻيءَ جو رنگ مَٽجي وڃي، اُهو صاف نہ هوندو.

٣- اُن جو سواد قدرتي طرح مٺو هجي. کارو، ٻاڙو يا ڪڙو پاڻي صاف نہ سمجهيو ويندو.

پاڻيءَ جون غلاظتون ٻن قسمن جون هونديون آهن. اُنهن مان هڪ آهي سنهي مٽي يا واري، ڪاٺ جا ذرڙا يا ٻورو ۽ ٻيو ڪچرو، جيڪو پاڻيءَ سان ملي وڃي ٿو. اُهي غلاظتون ٻه نقصانڪار آهن.هنن غلاظتن سان پاڻيءَ ۾ نقصانڪار جراثيم پيدا ٿي پوندا آهن ۽ اُهي دست پيدا ڪري سگهن ٿا. غلاظتن جو ٻيو قسم بيمارين جا جيوڙا آهن، جن ۾ وبا يعني ڪالرا، سائي ۽ مُدي جي تَپ جا جيوڙا اچي وڃن ٿا.

پاڻيءَ ۾ ڪي حيواني ۽ نباتاتي جزا ۽ مادا ٻه ملي ويندا آهن، جن جي ڪري پاڻي غليظ ٿِي، تندرستيءَ لاءِ نقصانڪار ٿِي پوندو آهي. نهرن ۽ نالين جي پاڻيءَ ۾ وهنجڻ ۽ ڪپڙن ڌوئڻ سان ٻه پاڻيءَ ۾ غلاظتون شامل ٿيو وڃن. ان کان سواءِ جانورن جي وٿاڻن ۽ ڪارخانن وغيره مان ٻه چوسجي ڪيتريون غلاظتون پاڻيءَ ۾ مليو وڃن.

پاڻيءَ ملڻ وارن سيني هنڌن جي سنڀال ڪرڻ گهرجي، جيئن اُن ۾ ڪا غلاظت نہ ملي وڃي. حوضن ۽ ٽانڪن ۾ گڏ ڪيل پاڻيءَ کي صاف رکڻ لاءِ وڏيڪ جَتَنُ ڪرڻ گهرجي. پاڻي گهڻو وقت رکڻ سان ٻه خراب ٿي ويندو آهي. پاڻيءَ جي ٽانڪن ۽ حوضن کي ڍڪي رکڻ گهرجي.

خراب پاڻيءَ جي استعمال سبب وبا، مُدي جو تپ، پيچش، سُوري ۽ دستن جون بيماريون ٿي پونديون آهن. ان ڪري پاڻي هميشه چڱيءَ طرح اوٻاري، ڇاڻي پوءِ استعمال ڪجي.

## مشق

( الف ) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١ - پاڻي زندگيءَ لاءِ ڪيتري قدر ضروري آهي؟
٢ - خراب پاڻي ڇا ڪي ٿو چئجي؟
٣ - خراب پاڻيءَ جي استعمال سبب ڪهڙيون بيماريون ٿين ٿيون؟
٤ - پاڻي ڪهڙيءَ طرح گدلو ٿيندو آهي؟
٥ - پاڻيءَ کي صاف رکڻ لاءِ ڪهڙا اُپاءَ وٺڻ گهرجن؟

( ب ) ”ڪونہ“ لفظ مان ناڪار جي معنيٰ ٿي نڪري: اهڙا ڪي ٻيا لفظ ٻڌايو، جيڪي ناڪار جي معنيٰ ڏيکارين.

علم حاصل ڪرڻ ۾ شرمندگي محسوس نہ ڪريو

سبق سورهون

# اَنڌَن، ٻوڙَن ۽ گُونگَن جو اِسڪول

اڳي اسان جي سماج ۾، انڌا، ٻوڙا ۽ گُونگا بلڪل بيڪار ۽ سماج مٿان بار سمجهيا ويندا هئا؛ پر هاڻي اُنهن کي تعليم ڏئي ۽ هنرَ سيکاري، ملڪ لاءِ ڪارائتو بڻايو پيو وڃي. اُنهيءَ ڪم لاءِ انڌن، ٻوڙن ۽ گُونگن لاءِ ملڪ ۾ ڪيترائي اسڪول کوليا ويا آهن.

جميل جا امتحان ختم ٿي چڪا هئا. اُنهيءَ ڪري پاڻ پنهنجي پيءُ سان گڏجي خيرپور وارو انڌن، ٻوڙن ۽ گونگن جو اسڪول گهمڻ ويو. جنهن وقت جميل پنهنجي پيءُ سان گڏ اسڪول ۾ پهتو، تہ هيڊ ماستر صاحب سندن آجيان ڪئي ۽ کين اسڪول گهمائڻ وٺي هليو. هو کين وٺي هڪ ڪلاس ۾ آيو، جتي نابينَ شاگرد حساب ڪري رهيا هئا. هيڊ ماستر صاحب کين ٻڌايو تہ "هِنن جي حساب ڪرڻ لاءِ رُڪ جي ٿهيل هڪ حسابي سليٽ هوندي آهي. اُن ۾ چوڪُنڊا سوراخ ٿيندا آهن. اهي سوراخ هيٺان بند هوندا آهن، تہ جيئن قلم هيٺ نہ هليو وڃي." جميل کان رهيو نہ ٿيو ۽ هيڊ ماستر صاحب کان پڇيائين تہ "سائين، هي قلم تہ بلڪل نئين نموني جا آهن!" هيڊ ماستر وراڻي ڏيندي چيو تہ " ها پُٽ، هي قلمَ شيهي جا ٺهيل هوندا آهن، اِنهن جو هيٺيون پاسو سنئون سڌو ٿيندو آهي ۽ مٿان هَٿئي وانگر ڏنڊي نڪتل هوندي اٿن. شاگرد اُنهيءَ تي آڱر رکندا ويندا آهن ۽ حساب ڪندا ويندا آهن."

" سائين، هي ڪتاب ڪيڏا نہ عجيب آهن!" جميل اچرج مان پڇيو.

" ها پُٽ، هي لکڻ جا ڪتاب آهن" . هيڊماستر صاحب وراڻيو، " انهن ڪتابن کي "برِيلِ بُڪَ" چئبو آهي. ڪتابن جا پَمفليٽَ اٺن يا ٻارهن پنن جا ٿيندا آهن. جيڪي چاٽيءَ وانگرَ ٿيندا آهن. اُنهن جو هڪ پاسو هيٺ ۽ ٻيو نڪتل هوندو آهي. اِن لاءِ تہ اکر سڃاڻي سگهجن. اِنهن سليٽن جا قلم سنهي ڪوڪي وانگر ٿيندا آهن، جيڪي هڪ ڪاٺيءَ ۾ پيل هوندا آهن."

جميل پڇيو، "سائين، ڀلا هِن اسڪول ۾ ڪهڙا استاد پڙهائيندا آهن ۽ هتي ڪهڙي ڪلاس تائين پڙهايو ويندو آهي؟" هيڊ ماستر جميل کي ٻڌايو تہ " پُٽ، هِن اسڪول ۾ پڙهائيندڙ سيئي استاد بہ نابينَ آهن. ہ برِيلِ استاد پڙهائڻ لاءِ، هڪ انسٽرڪٽرُ برِيلِ سيکارڻ لاءِ، هڪ دينيات جو استاد، هڪ راڳَ جو ۽ هڪ استاد هنر سيکاريندو آهي. استادن کي سکيا ڏيڻ وارو استادُ، جيڪو بي - اي، بي- ايڊ آهي، اُهو بہ نابينُ آهي. هِن

اسڪول ۾ پڙهڻ وارا شاگرد ڏهن کان ارڙهن سالن جي عمر وارا هوندا آهن. جن کي پهرئين کان پنجين ڪلاس تائين لکڻ پڙهڻ سيکاريو ويندو آهي".

اُن کان پوءِ هو گُونگن ۽ ٻوڙن جي ڪلاس ۾ آيا. هيڊ ماستر صاحب کين ٻڌايو ته "هي ڇائي ڄم کان ٻوڙا هوندا آهن، نه ڪو آواز ٻڌي سگهن نه وري ورجائي سگهن. اِنهيءَ ڪري هي اشارن جي ٻولي ڳالهائيندا آهن، پر سندن ڏسڻ ۽ ڇُهڻ جا حواس ڏاڍا تيز هوندا آهن. استاد جي ڳالهائڻ تي، هُن جي چپ ۽ چپن کي غور سان ڏسندا آهن، پوءِ اُن جو نقل ڪري آوازُ اُچاريندا آهن. عام طرح ٻوڙا ۽ گُونگا اٺن ورهين جي عرصي ۾ چڱي ٻولي سکي ويندا آهن."

جميل پڇيو، " سائين، شاگرد راند رُوند به ته ڪندا هوندا؟"

"ها پُٽ، اسان جا شاگرد رانديڻ ۾ به ۔ ڀَڙُ آهن" ، هيڊ ماستر ورندي ڏيندي چيو، "اسان جي اسڪول کي ٻه راند جا ميدان آهن. اسڪول ۾ والي بال ۽ بَئڊ مِنٽَن رانديون به ٿينديون آهن. والي بال ۾ گهنگهرو ٻڌل هوندا آهن، ۽ بَئڊ مِنٽَن جي بال ۾ چِمڪٽاپيل هوندا آهن، جن جي آواز تي شاگرد راند ڪندا آهن."

" سائين ، هتي جي شاگردن جي پڙهائيءَ تي ته ڏاڍو خرچ ٿيندو هوندو؟" جميل پڇيو. هيڊ ماستر وراڻيو ته " هتي تعليم بلڪل مفت آهي. رهائش، کاڌي پيتي ۽ ڪپڙي لٽي جو سمورو خرچ سرڪار پريندي آهي."

جيئن ته گهڻو وقت گذري چڪو هو ۽ اسڪول جو دورو به پورو ٿي چڪو هو، اُنهيءَ ڪري جميل ۽ پاڻس هيڊ ماستر صاحب جو ٿورو مڃيو ۽ کانئس موڪلائي گهر روانا ٿي ويا.

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١ - انڌن ، ٻوڙن ۽ گُونگن کي ملڪ لاءِ ڪارائتي بڻائڻ لاءِ ڪهڙا قدم کنيا ويا آهن؟

٢ - انڌن شاگردن جي حسابن واري سليٽ ۽ لکڻ واري ڪتاب کي ڇا چئبو آهي؟

٣ - اُهي شاگرد ڪهڙيون رانديون ڪندا آهن؟

٤ - سرڪار پاران انڌن شاگردن کي ڪهڙيون سهولتون ڏنيون ويون آهن؟

( ب ) ظرف ڇا کي ٿو چئجي؟

سَبَقُ سترهون

# قَدَمر وَڌائي اَڳتي هَل (نظم)



سُستيءَ مان ڇا ٿو حاصل،
قدم وڌائي اڳتي هَل.

چنڊ تي پهتو آ انسان،
محنت جو سڀ آهي ڦل.

ڪنهن جو تون محتاج نه ٿي،
ڪنهن جي آڏو جهول نه جَهل.

همت وارن جي آڏو،
جُهڪي پوي ٿو نيٺ جَبَل.

سردي گرمي سر تي سهي،
گُلَ جهلي ٿي تڏهين وَلَ.

گذري جيڪو وقت ويو،
هاڻ انهيءَ تي هٿ نه مَل.

ڏونگر پاڻ ڏري پوندا،
اگر ارادو آهي اٽل.





علم تہ آهي سچ جي واٽَ،
واٽ انهيءَ تي هلندو هَل.

پهاڙ پرزا ٿي پوندا،
بانهُن ۾ جي آهي ٻَل.

وقت وڃائين مفت متان،
قيمت لهڻي، هر ڪو پَل.

- امداد حسيني

مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١ - انسان جي محنت جو ڪهڙو ڦل آهي؟

٢ - جبل ڪنهن جي آڏو ٿو جهڪي؟

٣ - ارادي اٽل هئڻ سان ڇا ٿو ٿئي؟

٤ - هيٺيان خال ڀري، شعر مڪمل ڪريو:

ڪنهن جو تون ............ نہ ٿي،
ڪنهن جي آڏو ............ نہ جهَل.
............ وڃائين مفت متان،
قيمت ............ هر ڪو پَل.

(ب) هيٺين لفظن جي معنيٰ ٻڌايو ۽ اِهي جملن ۾ ڪتب آڻيو:

ڦلُ- ڏونگر - اٽلُ - پرزا - ٻل

(ج) هن جملي مان ظرف چونڊيو:

مون اڄ ڪونہ ڏٺو تہ ڪو ماڻهو هتي آهستي آهستي پئي هليو.

(د) هيٺين جي معنيٰ لکو:

هٿ ملڻ - ڏونگر ڏري پوڻ - ٻانهن ۾ ٻل هجڻ.

حد کان نہ وڏو، وچٿرو رستو اختيار ڪريو

سبق ارڙهون

# اِسڪائوٽنگ ۽ گرل گائيڊ

دنيا ۾ عام ڀلائيءَ ۽ خلق جي خدمت ڪندڙ ڪيترين ئي جماعتون آهن. اسڪائوٽنگ ۽ گرل گائيڊ اهڙين تحريڪن مان مکيه آهن. اسڪائوٽنگ تحريڪ جو باني هڪ انگريز لارڊ بيڊن پاول هو. هن فوجي زندگيءَ ۾، هڪ ڪتاب " ايڊ ٽُو اسڪائوٽنگ" لکيو هو. هي ڪتاب لکيو تہ فوجين لاءِ ويو هو، پر پوءِ اُهو ٻارن ۾ وڏيڪ مقبول ٿيو. ٻارن جي اُنهيءَ دلچسپيءَ کي ڏسي، اُهو ڪتاب اسڪولن ۾ درسي ڪتاب طور منظور ڪيو ويو.

ٻارن جو جوش ۽ جذبو ڏسي ، لارڊ بيڊن پاول ١٩٠٧ع ۾ هن تحريڪ جو باقائدي اعلان ڪيو ۽ ويهن ڇوڪرن جو هڪ جٿو تيار ڪيائين. انهيءَ ٽولي انگلنڊ جي "برائون سي" ٻيٽ ۾، دنيا جي سڀ کان پهرين بُواءِ اسڪائوٽ ڪئمپَ لڳائي. اها ڪئمپَ نهايت ڪامياب رهي. اُنهيءَ کان پوءِ هيءَ تحريڪ دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پکڙجي ويئي. ١٩٢٠ع ۾، سڄيءَ دنيا جي اسڪائوٽن جو پهريون بين الاقوامي ميڙُ ٿيو. اُنهيءَ ميڙ ۾، لارڊ بيڊن پاول کي دنيا جو " چيف اسڪائوٽُ" تسليم ڪيو ويو. هُن جي گهر واري بہ انهيءَ تحريڪ ۾ ساڻس گڏ هئي، ۽ جڏهن گرل گائيڊ جي تحريڪ شروع ٿي، تہ ڪيس اُن جو " چيف گائيڊ"چونڊيو ويو.

هن تحريڪ ۾ شامل ٿيندڙ، ١١ سالن کان گهٽ عمر واري ڇوڪرَيَ کي "ڪَب" ۽ ڇوڪِريءَ کي بلُوبرَڊِ چئبو آهي. اُنهن تحريڪن ۾، گهڻو ڪري اسڪولي شاگرد حصو وٺندا آهن. اُنهن تحريڪن جو مُکيہ مقصدُ آهي اسڪولي شاگردن ۽ شاگردياڻين کي سٺو شهري بڻائڻُ ۽ خلق جي خدمت لاءِ تيار ڪرڻ. اسڪائوٽنگ ۽ گرل گائيڊ جا قاعدا ۽ قانون مُقرر ٿيل آهن، جيڪي سڄيءَ دنيا جي ٻارن لاءِ هڪجهڙا آهن. اسڪائوٽن جي خاص نشاني اِها آهي تہ هو هڪٻئي سان کاٻو هٿ ملائيندا آهن.

اسڪائوٽ ۽ گرل گائيڊ تحريڪ ذريعي، شاگردن ۾ مُشاهدي ڪرڻ جي قُوَتَ کي اُڀاريو ويندو آهي. ڪين وڏن لاءِ ادبُ، ننڍن لاءِ پيارُ، ملڪ ۽ قوم سان وفاداريءَ ۽ انسان ذات سان همدرديءَ جهڙا اعليٰ گڻ سيکاريا ويندا آهن. اسڪائوٽ هر هڪ جو دوستُ ۽ هر اسڪائوٽَ جو ڀاءُ هوندو آهي، پوءِ ڀلي ڪٿي هو ڪهڙي بہ ملڪ ۽ قوم جو هجي! اسڪائوٽُ ٻين جي مدد ڪرڻ لاءِ هر وقت تيار هوندو آهي.

هن تحريڪ ۾ حصو وٺندڙن کي دستڪاري ۽ ٻيا هنر سيکاري، پنهنجي پاڻ ۽ ٻين لاءِ ڪارائتو بڻايو ويندو آهي. هُنن کي باهہ وسائڻَ، ڪاڏو تيار ڪرڻَ، ميدان سَنوت ۾ آڻڻ،

تنبو لڳائڻ ۽ تُرتُ علاج ڪرڻ جي عملي سکيا پڻ ڏني ويندي آهي. اسڪائوٽن کي جنگ جي زماني ۾، ڳجها نياپا رسائڻ ۽ سگنل ڏيڻ جي تربيت پڻ ڏني ويندي آهي.

اسڪائوٽ توڙي گرل گائيڊ چڙ تي ضابطو رکندا آهن. جانورن تي ڪهل ڪندا آهن ۽ هي هر وقت نيڪيءَ ۽ ڀلائيءَ جي ڪمن ڪرڻ لاءِ تيار رهندا آهن. اسڪائوٽن جي تربيت لاءِ جهنگن ۾ ۽ ڏکين هنڌن تي ڪئمپون لڳايون وينديون آهن. اُتي اسڪائوٽ ماسترُ ۽ اسڪائوٽ ڪمشنرُ نوجوان اسڪائوٽن کي سکيا ڏيندا آهن. کائين ڪرڻ ۽ پاڻي پرڻ کان وٺي رڌَ پچاءُ ۽ ڪئمپ تي پهري ڏيڻ تائين، سمورا ڪم اسڪائوٽَ کي پنهنجي سر ڪرڻا پوندا آهن.

گرل گائيڊن کي بہ اها تربيت ڏني ويندي آهي تہ هو گهرن ۾ ڪيئن رهن. ڪين گهرو ڪم ڪارَ جهڙوڪ رڌپچاءَ ۽ اُن لاءِ سامان مهيا ڪرڻَ جي سکيا پڻ ڏني ويندي آهي. سڄيءَ دنيا جي اسڪائوٽن ۽ گرل گائيڊن جي مرڪزي آفيس لنڊن شهر ۾ آهي. اسان جي ملڪ جي اسڪولن ۾ بہ هيءَ تحريڪ رائج آهي. اِنهيءَ تحريڪ ۾ اسان جا شاگرد ۽ شاگرديائيون ڏاڍي جوش ۽ جذبي سان حصو وٺن ٿا.

اسڪائوٽ توڙي گرل گائيڊ جي زندگي، هڪ مثالي زندگي ٿئي ٿي. هو پاڻ کي ڏک ڏئي، ٻين کي سک پهچائين ٿا. اَمن توڙي جنگ ۾، هو ملڪ ۽ قوم جي خدمت ڪرڻ لاءِ هر وقت تيار رهندا آهن. اسان سڀني کي هن تحريڪ ۾ شامل ٿي ملڪ، قوم ۽ پوري انسان ذات جي ڀلائيءَ لاءِ پاڻ پتوڙڻ گهرجي.

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١ - اسڪائوٽنگ تحريڪ جو باني ڪير هو؟

٢ - اسڪائوٽنگ جي نموني تي، ڇوڪرين لاءِ ڪهڙي تحريڪ آهي؟

٣ - اسڪائوٽن جي خاص نشاني ڪهڙي آهي؟

٤ - اسڪائوٽن کي ڪهڙي تربيت ڏني ويندي آهي؟

( ب ) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

**تَحريڪ - باني - چِيف - گڻُ - دَستڪاري - ڪُند ڪُڙچ - مُشاهَدو - عَمَل.**

( ج ) ”احمد ۽ قاسم اسڪول ويندا آهن.“ هن جملي مان اهو لفظ چونڊيو، جيڪو ٻن اسمن کي پاڻ ۾ ملائي ٿو.

**ڪنهن کي فائدو نہ ٿا ڏئي سگهو تہ نقصان بہ نہ پهچايو**

سَبَقُ اوڻيهون

# شهريءَ جون ذميداريون

شهري اُن ماڻهوءَ کي سڏيو وڃي ٿو، جيڪو ڪنهن ملڪ جو دائمي رهاڪو هجي ۽ ڪيس اُن ملڪ جي ٻين ماڻهن جهڙا نہ حق رڳو حاصل هجن پر مٿس ملڪ جون ڪي ذميداريون هجن. اها ڳالهہ هيٺن بہ سمجهي سگهجي ٿي تہ پاڪستان ۾ رهندڙ ماڻهو، پوءِ اُهو هتي ئي ڄائو نپنو هجي، يا ڪنهن ٻئي ملڪ مان لڏي آيو هجي ۽ ڪيس شهريت جا حق حاصل هجن، سو پاڪستان جو شهري آهي. هڪ ملڪ جي شهريءَ کي جيترا حق پنهنجي ملڪ ۾ حاصل هوندا آهن، اوترا ڪيس ٻئي ڪنهن ملڪ ۾ حاصل ڪين ٿين ٿا.

هر ڪنهن شهريءَ جي پهرين ذميداري اها آهي تہ هو پنهنجي ملڪ سان وفادار رهي ۽ اُن جي ترقيءَ ۽ واڌاري لاءِ پاڻ پتوڙيندو رهي. هو پاڻ کان وڏي کي پنهنجو بزرگ ڄاڻي، هڪ جيڏي کي پنهنجو ڀاءُ سمجهي ۽ پاڻ کان ننڍي سان پيار ڪري ان کان سواءِ زندگيءَ سان واسطو رکندڙ هر ڪم سچائيءَ ۽ ايمانداريءَ سان ادا ڪري.

هڪ سٺي شهريءَ جي اها پڻ ذميداري آهي تہ ملڪ جي انتظام رکڻ وارن ماڻهن جي انتظامي ڪمن ۾ مدد ڪري. بُرن ماڻهن کي قانون جي حوالي ڪري ۽ انهن جي خلاف سچي شاهدي ڏئي. هو حڪومت سان تعاون ڪري ۽ ڪوبہ اهڙو ڪم نہ ڪري، جنهن مان ڪنهن ٻئي کي نقصانَ رسڻ جو انديشو هجي.

شهريءَ جي اِها بہ ذميداري آهي تہ پنهنجي ووٽ يا راءِ جي اهميت سمجهي. يونين ڪائونسل، ضلعي ڪائونسل ، صوبي يا ملڪ جي اسيمبليءَ جي لاءِ پاڻ مان وڌيڪ محنتي ۽ ايماندار ميمبر چونڊي. ڪنهن جي لالچ يا دڙڪي ۾ نہ اچي ۽ پنهنجي مرضيءَ سان ووٽ استعمال ڪري، تہ جيئن سٺا ماڻهو مٿي وڃي، حڪومت جو انتظام سنڀالين.

اسان جو پيارو ملڪ پاڪستان هڪ اسلامي ملڪ آهي. اسان ان کي حاصل ڪرڻ لاءِ وڏيون قربانيون ڏنيون آهن ۽ تڪليفون سَٺيون آهن. انڪري هر شهريءَ جي اِها وڏي ۾ وڏي ذميداري آهي تہ پنهنجي پياري وطن جي حفاظت ڪري. جيڪڏهن ملڪ تي ڪو دشمن حملو ڪري تہ شهريءَ جو اِهو فرض آهي تہ هو شهري انتظام سنڀالڻ، ملڪ ۽ خاص طور پنهنجي پنهنجي شهر کي دشمن کان بچائڻ لاءِ اپاءَ وٺي. هر نوجوانُ ۽ لائق شهري پاڻ کي ملڪ جي حفاظت لاءِ فوج ۾ ڀرتي ڪرائي. جيڪڏهن ڪو شهري فوج ۾ شامل ٿيڻ جهڙو نہ آهي تہ هو نَئشنل گارڊس يعني قومي محافظن جي ڪمن ۾ حصو وٺي يا هِلال احمر جو ميمبر بڻجِي قومي خدمت لاءِ پاڻ کي وقف ڪري ڇڏي.

امن جي وقت ۾، هڪ سُٺي شهريءَ جي اها به ذميداري هوندي آهي ته هو پنهنجي پاڙي، شهرَ يا ڳوٺ وارن اڻ پڙهيل شهرين کي لکڻُ پڙهڻُ سيکاري؛ اسڪول کولي يا لائبريري قائم ڪري، ته جيئن شهرين جو وقت اجايو نه وڃي. اسان کي پنهنجي ملڪ جو سٺو شهري بڻجڻ لاءِ گهر، پاڙي، ڳوٺ ۽ شهر کي صاف سُٿرو رکڻ کپي. اِئين ڪرڻ سان وطن ۽ قوم جي به خدمت ٿيندي.

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١ - شهري ڪنهن کي چئبو آهي؟
٢ - سٺي شهريءَ جي پهرين ذميداري ڪهڙي آهي؟

( ب ) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ اِهي جملن ۾ ڪتب آڻيو:

داٽمي - پتوڙيندو - تعاون - نئشنل گارڊس.

( ج ) اُهو لفظ، جو ڪنهن اسم يا ضمير جي پٺيان اچي ۽ ان جو لاڳاپو جملي جي ٻين لفظن سان ڏيکاري تنهن کي "حرف جر" چئبو آهي، جيئن : جمالَ، هُن کـان ڪتابُ ورتو. اوهين اهڙا ٻيا جُملا ٺاهي ڏيکاريو.

ٻين جي ڏکن کي پنهنجو سمجهي، انهن سان شريڪ ٿيو

سبق ويهون

# چيني ٻار

چينُ اسان جو عظيم پاڙيسري ۽ دوستُ ملڪُ آهي. اُتي جا ماڻهو ڏاڍا محنتي ۽ اورچ آهن. هُنن پنهنجي ملڪ جو ٻارو ٻارو پوک هيٺ آندو آهي ۽ ڳرين مشينن جا ڪارخانا قائم ڪيا آهن. چيني ماڻهن جي پنهنجي ملڪ سان محبت ۽ سندن لڳاتار محنت جي ڪري، چين اڄ هڪ سکيو ستابو، آزاد ۽ طاقتورُ ملڪ آهي.

چيني ٻارَ بہ پنهنجن وڏن وانگر محنتي ۽ بهادرَ آهن. هُنن کي پنهنجي ملڪ سان ڏاڍي محبت آهي. ڪينِ اِها بہ ڄاڻ آهي، تہ اڳاٽي زماني ۾، چينُ هڪ سڌريلُ ۽ شاهوڪارُ ملڪ رهيو آهي. هي پنهنجي ملڪ کي انهيءَ ساڳئي اوج تي پهچائڻُ چاهينِ ٿا.

چيني ٻارَ ڏاڍا پيارا آهن. هِي مُنهَن مهانڊي ۾ پاڪستاني ٻارن کان نرالا ٿين ٿا. سندن نڪ منا ۽ اکيون ننڍڙيون ٿين ٿيون. ڪينِ لکڻ پڙهڻ سان ڏاڍو چاهُ آهي. هي پنهنجي اسڪول ۾، نہ رڳو تعليم پرائين ٿا، پر اُتي ڪين هُنُرُ بہ سيکاريو ويندو آهي، جيئن هو اڳتي هلي، سماج لاءِ ڪارائتا بڻجي سگهن.

اڄ جا ٻارَ ايندڙ وقت ۾ هاري، مزور، سپاهي، اُستادَ، ڊاڪٽرَ ۽ انجنيئرَ ٿيندا ۽ پنهنجي ملڪ جي خدمت ڪندا. انهيءَ ڪري چيني ٻارن کي ننڍپڻ کان ئي محنت ڪرڻُ ۽ پاڻ تي ڀاڙڻُ سيکاريو ويندو آهي. هي راند رُوند ۾ ڏاڍي چاهہ سان بهرو وٺندا آهن. اسڪول ۾ لڳ ڀڳ اُهي ئي رانديون کيڏندا آهن، جيڪي پاڪستاني ٻار کيڏندا آهن. چيني ٻار ڳائڻ وڄائڻ جا بہ ڪوڏيا آهن. گهڻو ڪري سيني ٻارن کي سٺن گيتن ڳائڻ جي سکيا ڏني ويندي آهي.

چينَ جي هر شهر ۾، ٻارن لاءِ " ثقافتي محل" ٺهيل هوندا آهن. وڏن شهرن ۾ تہ اهڙا ڪيترائي محل آهن. اُنهيءَ محل تائين پهچڻ لاءِ، ڪٿي ڪَندَن وارين تارُن منجهان پاڻُ سنيالي لنگهڻو پوندو آهي، تہ ڪٿي وري ٽي انچ ويڪريءَ پٽ تان هلڻو پوندو آهي. وچ ۾ ڪاهي هوندي آهي، جنهن جي مٿان هڪ رسو ٻڌل هوندو آهي. رسي ۾ لڙڪي ڪاهيءَ کي پار ڪبو آهي. اِهي سيئي مشقون ٻارن کي ڪرايون وينديون آهن.

ٻار ثقافتي محل ۾ روزانو شام جو ايندا آهن. اُتي هو رانديون رهندا آهن ۽ ڪجهہ نہ ڪجهہ سکندا آهن. اُتي ڪينِ تصويرن ٺاهڻَ، نشان چٽڻَ ۽ ريڊيو وغيره کولي وري ٺاهڻ جي سکيا ڏني ويندي آهي. ثقافتي محل ۾ هڪ سٺي لائبريري بہ هوندي آهي، جتي ٻارَ اچي اَڀياسُ ڪندا آهن. ٻارن کان اسٽيج ڊراما بہ ڪرايا ويندا آهن ۽ ڪڏهن ڪين پتلين جو تماشو بہ ڏيکاريو ويندو آهي.

چيني ٻارَ پنهنجو ڪم پنهنجي هٿن سان ڪندا آهن. پنهنجا ڪپڙا، جهڙوڪ رومال، گنجي، جورابَ ۽ ٽوالُ وغيره پاڻ ڌوئيندا آهن. پڙهڻ کان سواءِ سندن مشغولي آهي: گلَ چوندڻُ، گلدستا تيارڪرڻَ ۽ گلدان سينگارڻ. اهڙيون شيون هو ڪنهن وڏي ڏينهن تي، پنهنجي بزرگن کي سوکڙي ڪري ڏيندا آهن.

چيني ٻارَ سادو کائيندا ۽ سادو پهريندا آهن. مڇي ۽ چانور ڏاڍي شوق سان کائيندا آهن. سندن کائڻ جو طريقو بہ ڏاڍو دلچسپ ۽ نرالو آهي. هڪ هٿ ۾ ڪاڏي وارو ٿانءُ هوندو اٿن تہ ٻئي هٿ ۾ ٻہ سنهيون ڪاٺيون، جن کي "چاپِ - اسٽڪ"چوندا آهن. چيني اُنهن ڪاٺين جي استعمال ڪرڻ ۾ ايڏا تہ ہـُـڙَ هوندا آهن، جو مجالَ آهَي تَہ هڪڙو چانورہ هيٺ ڪري!

هي موڪلن ۾ ڪنهن ويجهي واههَ يا نديءَ تي، مڇي مارڻ يا وهنجڻ لاءِ نڪري ويندا آهن. چيني ڇوڪريون سبڻَ ۽ پرڻَ جي ڪم ۾ ڏاڍيون هوشيار هونديون آهن، اهو ڪم کين گهرن توڙي اسڪولن ۾ سيکاريو ويندو آهي. چيني ٻارَ پنهنجي وڏن ۽ خاص ڪري استادن جي ڏاڍي عزت ڪندا آهن. هو ادب سان ڪنڌُ جهڪائي سندن آجيان ڪندا آهن.

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١ - چيني ٻارَ اسڪول ۾ تعليم سان گڏ ٻيو ڇا سکندا آهن؟

٢ - چيني ٻارَ ڪهڙيون رانديون کيڏندا آهن؟

٣ - ثقافتي محل ۾ ٻارن کي ڇا سيکاريو ويندو آهي؟

( ب ) " چينُ اسان جو عظيم پاڙيسري ۽ دوست ملڪ آهي" . انهيءَ جملي جي پهرئين ڀاڱي " چينُ اسان جو عظيم پاڙيسري" کي، ٻئي ڀاڱي " دوست ملڪ آهي" سان ڪهڙو لفظ پاڻ ۾ ملائي ٿو؟ گرامر ۾ ان لفظ کي ڇا چئبو آهي؟

## سَبَقُ ايڪِيهون

# نِظارا وَطَن جا (نظم)



هي سر سبز ٻنيون ۽ ٻارا وطن جا،
وڻن واهه جو ڻا نظارا وطن جا.

اڇو کيت کيڙيون، اڇو سونُ ميڙيون،
پلا ڏاند آهن پيارا وطن جا.

ڪمندُ، ڪڻڪَ، ساريون، ڪپهَ، انبَ، ڪيلا،
سڻا فصل ميوا موچارا وطن جا.

هي مزدور هاري، ڪمي ڪاسبي سڀ،
جِيَنِ شال سانگي سگهارا وطن جا.

هي واڍا، هي رازا، هي ڪوري، هي موچي،
هي لوهارَ پورهيتَ پيارا وطن جا.

اسان جو سهارو وطن ئي تہ آهي،
اسين پاڻَ آهيون سهارا وطن جا.

صُبح جو سويرو پڙهڻ لئہ وڃون ٿا،
اسين ٻارِڙا چنڊَ تارا وطن جا.

وڏي مانَ وارو، وڏي شانَ وارو،
سدا ڀاڳ آهن، ڀَلارا وطن جا.

ملي ڀاڻ ۾ سڀ ننڍا تُوڙي وڏڙا،
ڪنداسين اي "آصف" سڌارا وطن جا.

- احمد خان آصف

# مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١ - هيءُ نظم ڇا جي باري ۾ آهي؟
٢ - هن نظم ۾ ڪهڙن فصلن ۽ ميون جو ذڪر ڪيل آهي؟
٣ - توهان کي ٻين ڪهڙن فصلن ۽ ميون جا نالا ٿا اچن؟ اُهي لکو.
٤ - هن نظم ۾ ڪهڙن پورهيتن جو ذڪر ڪيلُ آهي ! اُهي لکو.
٥ - توهان کي ٻين ڪهڙن پورهيتن جا نالا ٿا اچن؟ اُهي لکو.
٦ - هن نظم ۾ وطن جا چنڊ تارا ڪنهن کي سڏيو ويو آهي؟
٧ - هن نظم جو شاعر ڪير آهي؟

( ب ) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ اِهي جملن ۾ ڪم آڻيو:

سرسبز - کيت - پيارا- سگهارا - ٻلارا

( ج ) لفظ ٺاهيو، جيئن : | ٻار = ٻارڙا |

ننڍيا - وڏا - سُنا - مِٺا

( د ) هم آواز لفظن کي قافيو سڏبو آهي، جيئن " نظارا، پيارا" هن نظم مان ٻيا اهڙا هم آواز لفظ قافيا لکي ڏيکاريو.

( هه ) خال ڀريو:

١ - اڇو کيت ........... ، اڇو سونُ ميڙيون،
ٻلا ........... آهن پيارا وطن جا.
٢ - صبح جو سويرو ........... لڏ وڃون ٿا.
اسين ........... چنڊ تارا وطن جا.

( و ) هيٺين لفظن جا جمع ۽ واحد ٺاهيو:

| | | | |
|---|---|---|---|
| ٻنيون | | سهارو | |
| ٻارا | | ميوو | |
| ٻلا | | موچارو | |
| واڍا | | ڪندس | |

( ز ) جيڪو لفظ ٻن لفظن يا جملن کي ڳنڍي يا ڌار ڪري، اُن کي حرف جملو چئبو آهي،
جيئن : ۽ ، يا: توهين انهن لفظن کي پنهنجي جملن ۾ ڪم آڻيو.

جنهن کي ٻين جو غم نہ آهي تنهن ۾ انسانيت نہ آهي

سَبَقُ ٻاويهون

# اُس مان فائدا

**ٻچل:** سائين! اوهان ڪالهہ چيو هو تہ اوهين اسان کي قدرت جي هڪ عجيب نعمت جي باري ۾ ڪجهہ ٻڌائيندا.

**استاد:** هائو ٻارو، خدا تعاليٰ انسان کي جن اڪيچار نعمتن سان نوازيو آهي، تن مان اُس بہ هڪ آهي. اڄ اسين اُس جي فائدن جي باري ۾ ڳالهہ ٻولهہ ڪنداسين.

اُس مان اسان کي ڪيترائي فائدا آهن. اُهي فائدا ٻن قسمن جا آهن: هڪڙا اُهي جيڪي قدرتي طور ملن ٿا ۽ ٻيا اُهي جيڪي انسانُ هَٿرادو طور حاصل ڪري ٿو.

**احمد:** سائين! اُس مان جيڪي قدرتي طور فائدا حاصل ٿين ٿا، اُهي ڪهڙا آهن؟

**استاد:** ٻارو! قدرتي طور اُس مان جيڪي فائدا رسن ٿا، اُنهن مان مُکيہ هي آهن: ان اُس جي گرميءَ تي پوکون پچن ٿيون، باغن ۾ رنگا رنگي گل ٽڙن ٿا ۽ وڻن ۾ ميوا پچن ٿا. اُس جي گرمائش تي دريائن ۽ سمنڊن جو پاڻي ٻاڦ بڻجي ڪڪرن جي صورت اختيار ڪري ٿو، اُهي ڪڪر وري مينهن وسائين ٿا.

**ٻچل:** سائين! اُس مان اسين ڪهڙا هٿرادو فائدا حاصل ڪري سگهون ٿا؟

**استاد:** ٻارو! هاڻي تہ اهڙيون سگريون تيار ڪيون ويون آهن، جن ۾ نہ ڪوئلو ٿو استعمال ٿئي نہ گئس ۽ نہ ئي وري ڪا بجلي تي خرچ ٿئي. اُنهن سگرين ۾ اهڙو بندوبست رکيو ويو آهي، جو اُهي اُس تي ٻريو پون. اُنهن سگرين تي سولائيءَ سان کاڌو تيار ڪري سگهجي ٿو. هاڻي سائنسدانن اهڙيون بَنيون ايجاد ڪيون آهن، جيڪي اُس تي گرم ٿيو وڃن. اڳي ڪارخانن ۾ ٻرندڙ بَنيُن تي گئس يا ڪوئلي جو ڳاڻي ٻيڻو خرچ ٿيندو هو، پر هاڻي اهڙين بنين ٺهڻ ڪان پوءِ خرچ ۾ ڏاڍي بچت ٿي پئي آهي.

**احمد:** سائين، پوءِ تہ اُس اسان لاءِ ڏاڍي ڪارائتي آهي!

**استاد:** ها ٻارو، وڏن وڏن شهرن جي هوٽلن ۽ جاين ۾ پاڻي گرم ڪرڻ لاءِ هيٽَرَ لڳل هوندا آهن، جيڪي بجليءَ يا گئس تي هلندا آهن. هاڻي سائنسدانن اُنهن هيٽرن کي هلائڻ لاءِ اُس کي بہ ڪتب آندو آهي. انهيءَ کان سواءِ آمريڪا ۾ سائنسدانن اُس تي هلندڙ اهڙيون بٽريون تيار ڪري ورتيون آهن، جن جي مدد سان ٽيليفون ۽ بجلي بہ هلندي آهي.

**سرور:** سائين! قدرت جي انهيءَ نعمت مان اهڙا فائدا اسان کي بہ حاصل ڪرڻ گهرجن.

**استاد:** ٻارو، سَرُورَ ڪيڏي نہ سٺي ڳالهہ ڪئي آهي! اسين گرم ملڪ ۾ رهون ٿا. انهيءَ

**ڪري ٿڌن ملڪن جي پيٽ ۾، اسين اُس مان وڏيڪ فائدا حاصل ڪري سگھون ٿا. خبر اٿوَ ڇو؟ اِنهيءَ ڪري، جو اسان وٽ سڄو سال اُس موجود رهندي آهي.**

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

**١ - اُس مان اسان کي ڪيترن قسمن جا فائدا پهچن ٿا؟**

**٢ - اُس مان ڪهڙا قدرتي فائدا آهن؟**

**٣ - اُس مان هٿرادو فائدا ڪهڙا آهن؟**

**۴ - اُس گرم ملڪن لاءِ وڏيڪ فائدي واري ڇو آهي؟**

**٥ - سائنسدانن اُس تي هلندڙ ڪهڙا اوزار ٺاهيا آهن؟**

( ب ) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ اِهي جملن ۾ ڪم آڻيو:

**اڪيچار- مکيه - گرمائش - ڪارائتي- ڪتب - پيٽ**

( ج ) هيٺين لفظن جا ضد لکو:

| | | | |
|---|---|---|---|
| اُس | | گرمي | |
| فائدا | | سَنھي | |

( د ) اهڙا چار جملا لکو، جن ۾ " حرف جر" ڪم آيل هجن.

# ٻٻرَ جو وَڻُ

ٻَٻُرَ جو وڻ سنڌ جي سوکڙي آهي. آهي بہ سڄو قيمتي. ميويدار وڻ بہ ان سان پُڄي ڪين سگهندو. ٻٻر جو وڻ سنڌ ۾ عام جام ٿيندو آهي. واهن جي ڪپن تي، ڪڙين ۽ ڪسين جي پرسان، رستن جي ٻنهي پاسن ۽ گهرن اڳيان ٻٻر جو وڻ ڇانوَ ڪريو بيٺو هوندو آهي. کهڙي بہ ٽڪل زمين هجي، پر ان ۾ ڪجهہ سال هُڙهي رکجي تہ رڱجي ويندي. سنڌونديءَ جي ٻنهي ڪپن تي جيڪي ٻيلا آهن، تن ۾ بہ مکيہ وڻ ٻٻر جو آهي.

ٻَٻُرَ مان انيڪ فائدا آهن. اُن مان اسان کي عمارتي ڪاٺ ملندو آهي. ٻٻر جي ڪاٺ مان در، دريون ۽ ٻيو فرنيچر تيار ٿيندو آهي. ٻهراڙين ۾ ڇپرن، مَنهَن ۽ لانڍين لاءِ بہ ٻٻر جو ڪاٺ ڪتب ايندو آهي. هاري ناري ۽ مالوندَ ماڻهو ٻٻر کي ڇانگي، اُن جي ڍِنگهرن سان پنهنجي گهرن ۽ وٿاڻن کي ، لوڙهو ڏيندا آهن. ٻٻر جي ڪاٺ مان نارَ، هُرلا، هَرءِ پاڇاريون پڻ ٺهنديون آهن، جيڪي سستيون ۽ مضبوط هونديون آهن. ٻٻر جون ڪاٺيون ٻارڻ جي ڪم بہ اينديون آهن ۽ اُن جا اگر پڻ ڏاڍا سٺا ٿيندا آهن.



ٻٻر جا پلڙا ۽ ٻُوري بہ ڪارائتيون شيون آهن. کهڙو بہ اُبَرو ڍور ڇو نہ هجي، پر مهينو کن ٻُوريءَ جو ٻَلُ ڏبس، تہ مڇي متارو ٿي ويندو. ڪيرُ ڏيندڙ مال کي پلڙا ۽ ٻُوري

ڪارائبي، تہ ڪير وڏائيندو. پلڙن جي مند ۾، مال لاءِ اهڙي ڪا ٻي خوراڪ آهي ئي ڪانہ. پاڳيا پلڙا روڙي مال کي کارائيندا آهن.

ٻير جي ڇوڏي بہ بيڪار شيءِ نہ آهي. اُها چمڙي جي رَڱاوت ۾ ڪم ايندي آهي. ٻير تي لاک پڻ لڳندي آهي، جيڪا ڏاڍي قيمتي ۽ ڪمائتي شيءِ آهي.اُن مان رنگ بہ جُڙندو آهي، جنهن کي واڍا جنديءَ جي ڪم آڻيندا آهن.لاک رڱائي۾ پڻ ڪم ايندي آهي.

ٻير مان اسان کي ڪوُنر پڻ حاصل ٿيندوآهي. ڪوُنر نہ رڳو جلدن ٻڌڻ، پنن ڳنڍڻ ۽ چنبڙائڻ جي ڪم ايندو آهي، پر ڪن دوائن ۾ پڻ استعمال ٿيندو آهي. ماڻهو ڪچو ڪوُنر کائيندا بہ آهن، تہ پُوڳهڙي ۾ بہ وجهندا آهن.

ٻير جو وڻ گرم ٿيندوآهي. انهيءَ ڪري سياري جي رات ۾ ڪو ماڻهو يا جانور ان جي هيٺان وڃي ويهندو، تہ سيءَ جي جهڙپ نہ ايندي‌س. ٻير جو وڻ ، پکين لاءِ آسائش جي جاءِ، ڏينهن جو اُس کان بچاءُ ۽ رات جو اَجهو آهي.

ٻير جي وڻ مان کهاڙين، ڪوڏرن، واهولن، ڏاٽن ۽ متڙڪن جا ڳن بہ ٺهندا آهن. واڍن جو روزگار بہ ٻير جي وڻ سان لاڳاپيل آهي. سچ ڪري پڇو تہ ٻير هارين، پاڳين ۽ پورهيتن جو دوست وڻ آهي. انهيءَ ڪري هِن وڻ کي اسين قومي دولت بہ چئي سگهون ٿا.اسان کي گهرجي تہ اسين بہ ٻير جو ٻج، جنهن کي ڇيڇڪا چئبو آهي، چَئي ڏرتيءَ جي سونهن وڌايون ۽ قومي دولت ۾ واڌارو آڻيون. ڇاڪاڻ تہ وڻن پوکڻ سان ماحول صاف سُٺرو رهندو ۽ هوا بہ خالص ملندي.

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

۱ - سنڌو نديءَ جي ٻنهي ڪپن تي جيڪي ٻيلا آهن، انهن ۾ مکيہ وڻ ڪهڙو آهي؟
۲ - ٻير مان اسان کي ڪهڙا فائدا آهن؟
۳ - ڪير ڏيندڙ مال کي پاڳيا بُوري ڇو کارائيندا آهن؟
۴ - ٻير جي ڇوڏي ڪهڙي ڪم ايندي آهي؟
۵ - لاک ڇو قيمتي شيءِ آهي؟
۶ - ٻير هارين، پاڳين ۽ پورهيتن جو دوست وڻ ڪيئن آهي؟
۷ - وڻن پوکڻ مان ڪهڙا فائدا آهن؟

(ب) هيٺين لفظن جي معنيٰ ٻڌايو ۽ اِهي جملن ۾ ڪم آڻيو:

انيڪ - مالوند- ٻَلُ - پاڳيا- آسائش- اَجهو.

(ج) ڪي بہ " حرف جر" ٻڌايو.

سَبَقُ چوويهون

نهنائي علم جو نتيجو آهي

# مَعْصُوم شاهَ جو مُنارو

سَکَرُ سنڌ جو قديم تاريخي شهر آهي. هتي کيترن ئي بزرگن جون مزارون ۽ ٻيون تاريخي جايون آهن.انهن سڀني تاريخي جاين ۾ وَڏيڪ مشهور۽ شاندارُ مَعصُوم شاهه جو منارو آهي. سکر شهر جا ٻه حصا آهن: هڪڙو پراڻو سکر ۽ ٻيو نئون سکر. مَعصُوم شاهه جو منارو نئين سکر ۾، گهنٽا گهر چونڪ جي سامهون، اُتر طرف ٽڪريءَ تي اڏيل آهي. هِي مُنارو مَعْصُوم شاهه بکريءَ جو جوڙايل آهي. مير معصوم شاهه بکريءَ بَکر جي آسپاس ٻيون به کيتريون ئي عمارتون اَڏايون، پر هيءَ عمارت مڙني کان گوءِ کٽي ويئي.

هِن مناري جو ڪم ١٠٠٣ هجريءَ ۾ شروع ڪيو ويو هو، پر مناري جُڙڻ راس ٿيڻ کان اڳ ۾ ئي مير مَعْصُوم وفات ڪري ويو. اُن جوباقي رهيل ڪمُ سندس فرزند مير بُزُرگَ جي هٿان پورو ٿيو. اهڙيءَ طرح هي منارو ١٠٢٦ هجريءَ ۾ جُڙي راس ٿيو.

مناري جي اڏاوت ۾ عجيب حساب رکيل آهي. پيڙهه وٽ مناري جو گهيرو٢٦ ميٽر آهي ۽ اوچائي به ٢٦ميٽر اٿس. مٿي پهچڻ لاءِ، جيڪا ڦيريدار ڏاڪڻ آهي تنهن کي ٨٤ ڏاڪا آهن. اُها ڏاڪڻ سوڙهي ٺاهيل آهي. اُنهيءَ جا ڏاڪا گهڻي استعمال سبب لَسا ٿي ويا آهن.



ڪيترن هنڌن تان، مناري جي پٽ ۾ سوراخ ڪيل آهن، جن مان روشني ۽ هوا ايندي آهي. مناري جي مٿئين حصي ۾ هڪ بُرجي ٺهيلَ آهي ۽ اُن جي چوڌاري لوهي سيخن جو جهنگلو ڏنل آهي. اُتان بيهي، سکر شهرَ ۽ آسپاس جو نِظارو ڏسي سگهجي ٿو.

مَعْصُوم شاهه جي مناري جي بلڪل پرسان، گنبذ واري هڪ اَٺَ ڪُنڊِي جاءِ آهي. اُنهيءَ جو اصل نالو "فيض محل" آهي، پر عام ماڻهو ان کي آرام گاهُ سڏيندا آهن. اُها جاءِ ١٦ ميٽر اوچي، بُرج جي نموني، ٺهيلَ آهي. وَنگن سان چار دروازا اٿس، ۽ اندرئين پاسي کان زمين کان ۴ ميٽر مٿي چئن درين واري هڪ گئلِري اٿس. اُهي دريون درن جي مٿان آهن. پڻ درين جي مٿان پٿر جي ڇَڄَرِي ٺهيل آهي. ڇَڄَرِيءَ جي پٽ، توڙي بُرجَ جي اندرئين پاسي مشهور شاعرن جون نصيحت ڀريون رُباعِيُون اُڪريل آهن. هيءَ عمارت پڪين سرن جي ٺهيل آهي ۽ اُن کي وڌيڪ سهڻي بڻائڻ لاءِ ڪاشيءَ جون سرون بہ استعمال ڪيون ويون آهن.

مناري ۽ فيض محل جي اوير ۾ هڪ چوڪُنڊِي ٺهيل آهي. اُنهيءَ چوڪُنڊِيءَ ۾ مير مَعْصُوم بکريءَ، سندس والد ۽ ڀين جون تربتون آهن. تربتن تي قرآني آيتون ۽ حديثون اڪريل آهن. مير مَعْصُوم جي تُربت تي الله تعاليٰ جا نوانوي صفاتي نالا پڻ لکيل آهن.

اڄڪلهہ مَعْصُوم شاهه جو منارو اوقاف کاتي وارن جي حوالي آهي. مناري کي پري پري کان سَياحَ ڏسڻ لاءِ ايندا آهن ۽ شهرجا ماڻهو بہ تفريح خاطر مناري تي چڙهي ڦِرڪين مان سکر شهر ۽ اوسي پاسي جو نظارو ڪندا آهن. اِنهيءَ ڪري اوقاف کاتي وارن اُن تي ٽڪيٽ رکي آهي، جنهن مان کين چڱي آمدني ٿيندي آهي. توهان جو ڪڏهن بہ سکر وڃڻ ٿئي، تہ مَعْصُوم شاهه جي مُناري تان سکر شهر ۽ آسپاس جو نِظارو ضرور ڏسجو.

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١ - معصوم شاهه جو منارو ڪهڙي شهر ۾ آهي؟
٢ - هي منارو ڪنهن جو جوڙايل آهي؟
٣ - مناري جي اوچائي ڪيترا ميٽر آهي؟
٤ - مناري جي ڏاڪڻ ۾ ڪيترا ڏاڪا آهن؟
٥ - فيض محل کي عام ماڻهو ڇا سڏيندا آهن؟

(ب) هيٺين لفظن جي معنيٰ ٻڌايو ۽ اُهي جملن ۾ ڪتب آڻيو:

قديم - شاندار- فرزند- راس- والد - آرام گاهہ- تفريح.

(ج) "مير تي ڪتاب رکيل آهي" جملي ۾ ليڪ ڏنل لفظ ٻن اسمن کي ملائي ٿو، اهڙا ڪجهہ ٻيا لفظ ٻڌايو، جيڪي ٻن اسمن کي پاڻ ۾ ملائي، جملي جي مطلب کي پورو ٿا ڪن.

سَبَقُ پنجويهون

# پنهوارن جي پرِيت ( وائي )

روئــان زارو زار، مــانَ مــلان مــارن کــي،
ڏيــان ڏوراپــا کــنهن کي، پري ٿيم پــنهـوارَ،
وٺي وِيَــڙا پــاڻَ ســان، منــهــنــجو ساهُ سنگهارَ،
اهــو اَتَــم آســرو، ايــنــدو اَجــڙَ وار،
کــندا مُــهاڙ مــليرَ ڏي ، رڻ چــڏي ريــدارَ،
ســو دَمُ گــونــدَر گُذري، جــو دَمُ ڏٺــيان ڏارَ،
وجــي ٻُــڌنــديس اُتهين ،سندي پَــهُــن پُــکارَ،
رکــي ويــڙهيــچا ويــا، مُــونــهين سِــر َميارَ،
پيــکيــن مــون پهچائــيين، ســومرا ســردارَ،
روئــي رَتُ اکــينِ جــا، جهــونا ٿيا جهالارَ،
راتــو ڏينــهان اوڏهــين ،"سچل" ســاهَ سنيارَ.

— حضرت سچل سرمست رح



## مشق

( الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

(١) هيءَ وائي ڪنهن جي چيل آهي؟ (٢) مارن لاءِ ڪهڙا ڪهڙا لفظ ڪم آندا ويا آهن؟

(ب) هيٺين جملن مان اهڙا لفظ چونڊيو، جيڪي ٻن اسمن کي ملائي جملي کي پورو ڪن:

(١) خاني ۾ لفافو رکيو آهي. سارنگ سان پيرل ڳالهيون ڪيون.

جنهن علم پڙهي وساري ڇڏيو اهو بدنصيب آهي

سَبَقُ ڇَوِيهون

# وَنجَهوَٽِي

اڄ اسان جي اسڪول ۾ وِنجَهوَٽِيءَ جي مئچ هئي. صبح سان ئي اسڪول ۾ ڏاڍي رونقَ لڳي وئي. اسڪول جي ميدان تي، استاد صاحب جي چوڻ موجب، اسان نوڙيون جهلي، چُن سان ليڪا پائي پاريون ٺاهيون. ڪل ڇهه پاريون ٺاهيونسين. پارين جي پاهران، پنهي پاسن کان به سڌا ليڪا ڪڍياسين، جن کي گهوڙي چئبو آهي. پارين جي پوري وچ تان، مُهڙ کان ڇيڙي تائين، به سڌا ليڪا ڪڍي، ونجُهه ٺاهيو سين. ونجهه جي ليڪن جومُفاصلو به فوٽ رکيوسين. بس هاڻي راند لاءِ ميدان تيار هو.

ميدان جي تياريءَ کان پوءِ، استادَ صاحبَ اسان کي ڪجهه دير ساهي پٽڻ لاءِ چيو: پر اسان کي آرام ڪيئن اچي! دل پئي چيو ته هينئر ئي ميدان ۾ هليا وڃون ۽ ڏارو ملائي، راند شروع ڪري ڇڏيون. استاد صاحب به اسان جي هُرڪُرِ ڇاڻي ورتي، سو اسان کي ونجهوٽيءَ راند بابت سمجهائڻ لڳو. استادَ صاحبَ چيو ته "پارو! ونجهوٽي اسان جي ديسي



راند آهي ۽ سنڌ ۾ عام کيڏي ويندي آهي. ٻين راندين وانگر هن راند ۾ به ڦُڙتيءَ سان گڏ صبر ۽ صحيح فيصلي جي ضرورت هوندي آهي. تکڙ ۽ اُبهرائيءَ سان، کٽيل راند به هارائي وجهبي آهي". استاد صاحب جون ڳالهيون ٻڌي، اسان جو چاهه ويتر وڌي ويو.

مس مس شام ٿي ۽ استاد صاحب اسان کي وٺي ميدان تي آيو. عزيزُ ۽ قبولُ هاڙهي ٿي ويٺا. ٻيا رانديگر جوڙِي جوڙِي ٿي، ڳجها نالا رکي، وٽن آيا ٿي. ڪن پاڻ تي گلن جا نالا ٿي رکيا، ته ڪن پکين ۽ ميون جا. منهنجي جوڙ، اسلم مون کي چيو ته: "سانوڻا پاڻ شهرن جانالا ٿا رکون." نالا رکي اسين هاڙهين وٽ آياسين.

اسلم پڇيو: ڀيچي ڙي ڀيچي! عزيز وراڻيو: جيءُ ڙي ڀيچي!

اسلم چيو: توکي ڪراچي کپي يا حيدرآباد ؟

عزيز وراڻيو: ڪراچي.

ڪراچي منهنجو نالو هو، آءُ عزيز جي ٻاريءَ ۾ ويس. ائين واري واري سان هاڙهي رانديگرن جي چونڊ ڪندا رهيا. انهيءَ ريت ٻه ٻاريون ٺهي ويون. اسڪول جا ٻيا ٻارَ ميدان جي چوڌاري ٻنڇن تي ويهي رهيا.

استادَ صاحبَ، اسان جي ٻاريءَ کي آڳَ ڏيڻ لاءِ چيو. اسان جي ٻاريءَ ۾، عزيز ڊوڙ ۾ سڀني کان تکو هو، سو ونجهه تي ٿي بيٺو. آءُ ٻِلهڻ واريءَ ٻاريءَ تي ٿي بيٺس. جڏهن اسان جا سڀ همراهه پنهنجيءَ پنهنجيءَ ٻاريءَ ۾ ٿي بيٺا، تڏهن استاد صاحب سيٽي وڄائي. سيٽي وڄڻ سان ڏارو مليو ۽ راند شروع ٿي وَئِي. ٻِلهڻ وارن همراهن گهٽيون ئي گهٽون هنيون ۽ گوهيون ڏنيون، پر ٻِلهڻ ٽوڙي نه سگهيا.

اوچتو پنيان هکل ٿي، "پکو، پکو!" پر، اها هکل ايترو ته دير سان ٿي هئي، جو اسين پاڻ سنڀالي نه سگهياسين ۽ پکي ٿي وَئِي. قبول واريءَ ٻاريءَ جا رانديگرَ پنهنجي ڪاميابيءَ تي نچڻ لڳا. اسان جي ٻاريءَ کي ڪاوڙ بنهه ڪانه آئي، راند ۾ ائين ته ٿيندو آهي. هن ڀيري اسان راند ۾ ٽوري ڦير گهير آندي. آءُ ونجهه تي ٿي بيٺس ۽ عزيز بنهه ڇيڙي واريءَ ٻاريءَ تي. استاد صاحب اسان کي راند لاءِ تيار ڏسي، سيٽي هنئي. بس ڏارو مليو ۽ راند وري شروع ٿي وئي.

ٻِلهڻ ٽٽي وئي هئي. مون واڪو ڪري چيو ته " همراهه همراهه کي جهلي". سڀ همراهه هٿا به هڪٻئي جي مَٿومَٿ. آءُ لُوهَہ پائي، ونجهه جي ڇيڙي ڏانهن هليو ويس، ۽ ڪَٽَ ڪري لاٿڙيو هنيم. اسلم ڪاپي پيو هو. اسين ٻارين کان ٻاهر هليا آياسين. ڏارو مليو ۽ راند شروع ٿي وئي. فضل اسان جي ٻاريءَ

۾، سيني ڪان عمر ۾ ننڍو هو. ڦُڙت وري اهڙو،جو ٻِلهڻ مان نڪرندو ته جهڙو گهوڙو. هينئر به ٻِلهڻ ٽوڙي هو انيس پڇندو ويو، جيئن ڪمانَ مان تيرا

راند قبول وارن جي هٿ مان نڪري چڪي هئي. اسان جا به همراهه پڪا ٿي وريا هئا. ٻيءَ ٻاريءَ تي وري پڪن جي ٻِلهڻ اچي ٿي. تماشو ڏسڻ وٽان هو. فضلَ هڪ گُهتَ هنئي، ته ٻاريءَ وارو همراهه پاڻ جهلي نه سگهيو ۽ ٻاريءَ ۾ ڍهي پيو. اسان جي پڪي ٿي وئي. تاڙيون وڄي ويون. هرڪو فضل کي شاباس ڏيڻ لڳو. آخري راند نبري نه سگهي. دير به ٿي وئي هئي، سو استاد صاحب راند ختم ڪرڻ جي سيٽي وڄائي. پوءِ هرڪو ڪِلندو ڪُڏندو، راند جون ڳالهيون ڪندو، پنهنجي پنهنجي گهر ڏانهن موٽڻ لڳو.

## مشق

( الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

ٻارين جي ٻاهران ٻنهي پاسن ڪان جيڪي ليڪا ڪڍيا آهن، تن کي ڇا چئبو آهي؟
وتجهولي راند ۾ٻارين جي پوري وچ تان جيڪي ليڪا ڪڍيا آهن. تن کي ڇاچئبو آهي؟
آخري راند ڪنهن کٽي؟

( ب ) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ اِهي جملن ۾ ڪم آڻيو:

مُهڙ - هُرڪُر - ڦُڙتي - اُٻهرائي - ويتر - لُوهه - لاپرٻو.

( ج ) هي سبق سنڌ جي راند بابت آهي، توهين سنڌ جي ڪن ٻين راندين جا نالا لکو.

## وعدو پاڙڻ اخلاقي صفت آهي

# انـجـامُ پــاڙڻُ

سيڪنهن انسان کي گهرجي تہ پنهنجي انجام کي پاڙي. وعدي وفائي انسان جو اعليٰ گڻ آهي. جيڪو پنهنجي زبان نہ ٿو ڦيرائي ۽ قول کي پاٽي ٿو ڏئي، سو سچو پچو انسان آهي. الله تعاليٰ اُنهي تي راضي نہ ٿو رهي، جيڪو انجام ڪري ڦري وڃي ٿو، اُهومنافق آهي. قرآن مجيد ۾ الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ "وعدا پورا ڪريو ۽ وعدي بابت اوهان کان پڇا ڪئي ويندي". ڪيترائي اهڙا انسان ٿي گذريا آهن، جن جان وڃائي، پر زبان نہ ڦيرائي. ڪُسڻ قبوليو، پر قول نہ ڦيرايو.

حضرت عُمَرَرَضِيَ اللهُ تَعاليٰ عَنْهُ جي زماني جي ڳالهہ ڪندا آهن تہ هڪ ڏينهن هڪڙا ٻہ ڄڻا هڪڙي سهڻي جوان کي پڪڙي، حضرت عمررضہ جي درٻار ۾ وٺي آيا ۽ ڪيس فرياد ڏنائون تہ "هن شخص اسان جي پيءُ جو خون ڪيو آهي. اسان جو داد ٿئيا"

حضرت عُمَرَرَضِيَ اللهُ تَعاليٰ عَنْهُ ڏوهيءَ کان پڇا ڪئي؛ جنهن پنهنجو ڏوهہ قبوليو. اُنهيءَ تي حضرت عُمَرَرَضِيَ اللهُ تَعاليٰ عَنْهُ حڪم ڏنو، تہ "هن کي سزا ۾ قتل ڪيو وڃي!" ڏوهيءَ عرض ڪيو تہ " حُضور ! منهنجو هڪ عرض آهي، اجازت ملي تہ چوان؟"

حضرت عُمَرَرَضِيَ اللهُ تَعاليٰ عَنْهُ چيس، تہ "ڀلي چئوا" هن چيو تہ "منهنجو هڪ ڀاءُ آهي، جو صغير آهي. منهنجي پيءُ مرڻ مهل مون کي ڪجهہ سونُ ڏنو هو ۽ وصيت ڪئي هئي تہ هيءُ تنهنجي ننڍي ڀاءُ جو آهي. هي تيسين پاڻ وٽ رک، جيسين هو وڏو ٿئي. مون اُهو سونُ هڪ هنڌ پوري ڇڏيو هو، جنهن جي ڪنهن بہ بني بشر کي خبر ڪانهي. مون کي ٽن ڏينهن جي اجازت ملي تہ اُها امانت ڏٺيءَ کي ڏئي موٽي اچان".

حضرت عُمَرَرَضِيَ اللهُ تَعاليٰ عَنْهُ چيس تہ "توکي اجازت تڏهن ملندي، جڏهن ضامن ڏيندين" . اهو اوپرو ماڻهو هو. اُتي سندس ڪوبہ واقف ڪونہ هو، سو ويچارو وائڙو ٿي، وينلن ڏانهن نهارڻ لڳو.نيٺ نهاري نهاري،حضرت ابُوذَر غِفاري رَضِيَ اللهُ تَعاليٰ عَنْهُ تي اچي هٿ رکيائيـن ۽ چيائيـن تہ "هيءُ منهنجو ضامن آهي" .

حضرت عُمَرَ فارُوق رَضِيَ اللهُ تَعاليٰ عَنْهُ حضرت ابُوذَرغِفارِي رَضِيَ اللهُ تعاليٰ عَنْهُ کان پڇيو، جنهن خوشيءَ سان چيو تہ "آءٌ هن شخص جو ضامن آهيان" . اُنهيءَ تي حضرت عُمَرَ فارُوق رَضِيَ اللهُ تَعاليٰ عَنْهُ ڏوهيءَ کي موڪل ڏني ۽ هو روانو ٿي ويو.

ٻہ ڏينهن خير جا گذريا ، تہ هو ڪونہ آيو. آخر ٽئين ڏينهن جو سج ايريو. درٻار ۾ سڀ ماڻهو اچي گڏ ٿيا. فريادي حضرت ابُوذَر غِفارِي رَضِيَ اللهُ تَعاليٰ عَنْهُ کان پڇڻ لڳا تہ "جوابدار

ڪٿي آهي؟" حضرت ابُوذَر غِـفـارِيرَضِـيَ اللهُ تَعاليٰ عَنْهُ جواب ڏنو تہ "اڄوڪي ڏينهن ۾ اچي ويندو، پر جي نہ آيو تہ آءٌ ضمانت جا شرط خوشيءَ سان بجا آڻيندس. اوهين دلجاءِ ڪريو"

درٻار ۾ جيترا هئا وات، اوترِيون هُيون ڳالهيون. جيئن جيئن وقت گذرندو ويو، تيئـن تيئـن ماڻهن ۾ بي آرامي پيدا ٿيندي وئي، ڇاڪاڻ تہ حضرت ابُوذَرغِـفـارِيرَضِـيَ اللهُ تَعاليٰ عَنْهُ هڪ وڏو اصحابي هو ۽ عوام جي دلين ۾ هن لاءِ بي پناهہ محبت هئي. آخر شام ٿي تہ جوابدار سَهڪندو سَهڪندو اچي حضرت عُمَررَضِـيَ اللهُ تَعاليٰ عَنْهُ اڳيان بيٺو، ۽ چيائيـن تہ "حضورا آءٌ امانت ڌڻيءَ جي حوالي ڪري آيو آهيان. هاڻ شرع جي حڪم تي منهنجو سر حاضر آهي".

حضرت عُمَررَضِـيَ اللهُ تَعاليٰ عَنْهُ اوڏيءَ مهل ابُوذَر غِفاري رَضِيَ اللهُ تَعاليٰ عَنْهُ ڏي نهاري فرمايو تہ "تون اُن ڏينهن هن شخص جو ضامن پئيـن، ڇا تون هن ڪي سڃاڻندو هئيـن؟" حضرت ابُوذَر غِفارِي رَضِيَ اللهُ تَعاليٰ عَنْهُ عرض ڪيو تہ " اي اَمِيرُ الـمُؤمِنِيـن! خدا جو قسم آءٌ هِن کي ڪونہ سڃاڻان،پر هِن هيترن ماڻهن کي ڇڏي، دل ٻڌي، جڏهن مون تي ڪٿي هٿ رکيو، تڏهن مون انڪار ڪرڻ مناسب نہ سمجهيو، ۽ خوشيءَ سان ضامن پوڻ قبول ڪيم. مون کي يقيـن هو تہ هيءُ مسلمان آهي، پنهنجو انجام ضرور پاڙيندو".

فريادي اها ڳالهہ ٻڌي، يڪدم اٿي بيٺا ۽ عرض ڪيائون تہ " اَمِيرُ الـمُؤمِنِيـن! هن شخص جي انجام پاڙڻ تي اسان کي بيحد خوشي ٿي آهي. اسيـن هن کي پنهنجي پيءُ جو خون معاف ٿا ڪريون". اُن وقت سڄيءَ درٻار ۾ خوشي پيدا ٿي وئي. خود حضرت عُمَررَضِـيَ اللهُ تَعاليٰ عَنْهُ ڏاڍو خوش ٿيا.پوءِ حڪم ڏنائون تہ "هنـن فريادين کي سرڪاري خزاني مان خونَ جي بهاڏني وجي!".

اهو حڪم ٻڌي، فريادي وري اٿي بيٺا ۽ چيائون تہ " اَمِيرُ الـمُؤمِنِيـن! اسان هن کي خدا ڪارڻ ڏوهہ بخشيو آهي،انهيءَ ڪري هڪ پائي بہ نہ وٺنداسين". اِنهيءَ تي حضرت عُمَر فارُوق رَضِيَ اللهُ تَعاليٰ عَنْهُ هيڪاري وڌيڪ خوش ٿيا، ۽ جوابدار کي ڇڏي ڏنائون.

مشق

( الف) هيٺيـن سوالن جا جواب ڏيو!

١ - حضرت عُمَر فارُوق رَضِيَ اللهُ تعاليٰ عَنہُ جي درٻار ۾ فريادين ڪهڙو فرياد پيش ڪيو؟

٢ - جوابدار جو ضامن ڪير پيو؟

٣ - جوابدار پاڻ مارائڻ لاءِ ڇو ڊوڙندو آيو؟

٤ - جيترا وات اوترِيون ڳالهيون، جو مطلب ڇا آهي؟

( ب ) لکڻ، پڙهڻ، ڳُـهـڻُ ڪمن جا نالا آهن، اهڙا ٻيا نالا ٻڌايو.

مهمان نوازي نبين جو عمل آهي

سَبَقُ اناويهون

# سُکيو گَهرُ

اڳاٽي زماني ۽ هاڻوڪي زماني ۾ ڏينهن رات جو فرق آهي. جيئن جيئن وقت گذرندو ٿو وڃي ۽ انساني سماجُ ترقي ڪندو ٿو وڃي، تيئن تيئن اصولن، قاعدن ۽ قانونن ۾ ڦيرو ايندو ٿو وڃي. اڳ جيڪي شيون يا ڳالهيون، انسان پاڻ لاءِ بيڪار سمجهندو هو، هاڻ اهي ئي هن لاءِ ڪارائتيون آهن. اڳ جن اصولن تي انسان جي زندگي گذرندي هئي، اُهي اڄڪلهه جي سڌريل دور ۾ بيڪار سمجهيا ٿا وڃن. مثال طور، اڳي عام ماڻهو پنهنجي نياڻين کي اسڪول ۾ موڪلڻ عيب سمجهندا هئا، پر هاڻ جتي ڪٿي ڇوڪرين لاءِ اسڪول کوليا ويا آهن. اڳي ماڻهو پنهنجي جمع ڪيل پُونجي، پاڻ سان رکندا هئا، يا ڪڏ کٽي پوري ڇڏيندا هئا. اهڙي نموني نه هو پاڻ ان مان فائدو حاصل ڪري سگهندا هئا ۽ نه وري ڪنهن ٻئي کي لاڀ حاصل ٿيندو هو، پر هاڻي جتي ڪٿي بئنڪون کلي ويون آهن ۽ ماڻهو ضروري خرچ کان پوءِ باقي سڀ رقم بئنڪ ۾ ٿا جمع ڪرائين.



ساڳئي نموني، گهرجي ته هو ٻه پنهنجي ڪُٽنب کي صحيح نموني سُکئي رکڻ جو خيال اڳي ٻه هو، پر هاڻي اُن ڏانهن وڌيڪ ڌيان ڏنو پيو وڃي. اِها ڪوشش ڪئي پئي وڃي ته ٿوريءَ آمدني واري ڪُٽنب جو به سٺو وقت گذري. اُهو تڏهن ٿي سگهي ٿو، جڏهن آمدنيءَ مطابق خرچ ٿئي. جيڪڏهن ڪنهن گهر ۾ ڀاتي گهڻا آهن ۽ آمدني گهٽ آهي ته اُهو سکيو ڪيئن ٿو گذاري سگهي؟ نتيجو اهو نڪرندو ته ڪٽنب جا ٻار ۽ وڏا اڻ پوري کاڌي، لباس ۽ گهٽ تعليم جي ڪري، پوريءَ ريت جسماني توڙي ذهني طور تندرست رهي نه سگهندا. اهڙا ماڻهو ملڪ ۽ قوم جي ٻار ڪٽڻ بدران، ماڳهين انهن تي بار بڻجي پوندا. گهر جو سُک ڦِٽي پوندو.

گهر کي سکئي ستابي رکڻ لاءِ، لازمي آهي ته محنت ڪري آمدني وڌائي وڃي ۽ اهڙا جائز وسيلا ڳوليا وڃن، جن جي ڪري پيداوار وڌي. اڳوڻي وقت ۾ آدم ٿورو هوندو هو ۽ گهرجون گهٽ هيون. ٿورو ڪٽيو، گهڻي برڪت هوندي هئي. هڪڙو ڇٽو ڪمائيندو هو ته، ڏهه ڇٽا کائيندا هئا؛ پر هاڻي انسان جون گهرجون وڌي ويون آهن.

گهرجي سک ۽ آرام لاءِ، سيني ڀاتين کي پنهنجي پنهنجي حصي جو ڪم ڪرڻ گهرجي ته جيڪڏهن ڪو ٻار اسڪول ۾ پڙهي رهيو آهي، ته کيس پوري ڌيان ۽ محنت سان پڙهڻ گهرجي. پڙهائيءَ کان پوءِ، وقت بچائي گهرجي ڪم ڪار ۾ ماءُ جو هٿ ونڊائڻ گهرجيس؛ ٻنيءَ ٻاري تي پيءُ جي واهر ڪرڻ کپيس. کيس ننڍن ڀائرن ۽ ڀينرن کي سبق پڪي ڪرڻ ۾ مدد ڪرڻ گهرجي.

اهڙيءَ طرح ماءُ پيءُ جو به فرض آهي ته ٻارن جي پر گهور سٺي نموني لهن، ڇو ته اڄ جا ٻار سڀاڻي جا وڏا آهن. اڳتي هلي ڪين وڏا قومي ڪم ڪرڻا آهن. اِنهن ئي ٻارن مان ڪي ڊاڪٽر ٿيندا ته ڪي انجنيئر، ۽ ڪي وري فوج ۾ شامل ٿيندا. ڪي ٻني ٻاري کي جنبي ويندا، ته ڪي ڪارخانن ۾ ڏينهن رات محنت ڪري، ملڪي پيداوار وڌائيندا. اهڙيءَ طرح سڄي ملڪ جي سڌاري ۽ واڌاري لاءِ، پوري قوم سان ڀاڳي ڀائيوار ٿيندا.

گهر جي وڏڙن کي، پنهنجن ٻارن ۾ ننڍي هوندي کان ئي، محنت جي هيرَ وجهڻ کپي؛ جيئن اڳتي هلي هو ملڪ ۽ قوم جا پر جهلا ٿي بيهن. ڪين اِها ڳالهه پليءَ پت ڄاڻڻ گهرجي ته جيئن اسان جو هڪ ننڍڙو پيارو گهر آهي، تيئن اسان جو هڪڙو وڏو پيارو گهر پڻ آهي ۽

أهو آهي اسان جو ملڪ پاڪستان. اسان جي انهيءَ پياري ملڪ ۾، سُک ۽ سُڪار بہ تڏهن ايندو، جڏهن اسين محنت ڪري، پيداوار ۾ واڌارو آڻينداسين.

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١ – اڳوڻي زماني ۽ هاڻوڪي زماني ۾ ڪهڙو فرق آهي؟

٢ – اڳي ماڻهو پنهنجي پونجي ڪٿي رکندا هئا؟

٣ – ٿوري پونجيءَ وارو ڪٽنب سٺو وقت ڪيئن گذاري سگهندو؟

٤ – آمدني گهٽ ۽ ڪٽنب وڏي هئڻ جو نتيجو ڪهڙو نڪرندو؟

٥ – گهر کي سکئي رکڻ لاءِ اسان کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟

( ب ) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

پونجي – والدين – واهر – جنبڻ – پرجهلا – پرگهور– لاپ – پليءَ پت.

( ج ) " زرينه پنهنجي درجي ۾ پڙهي ٿي" . جملي ۾ جنهن اسم هيٺان ليڪ ڏنل آهي، انهيءَ جي جنس کي مؤنث چئجي ٿو، اهڙا ڪجهه پيا اسم ٻڌايو، جيڪي مونث جنس جا نالا هجن.

سَبَقُ اوٺٽيهون

# ٻارن لاءِ صُبح جي دُعا (نظم)

ڏٺي تُنهنجي ڏسجي ٿي جت ڪٿ خدائي،
ڪرم ساڻ ڪر تون اسان تي ڀلائي.

سڪون ساڻ سعيي سُپت ۽ سچائي،
پروڙيون ۽ پرکيون ڀلائي بُرائي.

پڙهڻ ۽ لکڻ جو تون ڏي شوق اسان کي،
اسان ۾ تون وجهه علم جي روشنائي.

پڙهي عمديون ڳالهيون ۽ قصا عجائب،
ڪيون عقل جي وات مان پنهنجي وائي.

۽ ورزش سان قائم رکون تندرستي،
ڪريون پنهنجي عادت صفائي سُٺائي.

ڪريون سير گهر ويٺي ملڪن جو هر دم،
جَني جي هُئيسون اڳي سُڌ نه ڪائي.

جبل ۽ سمنڊ ۽ نديون، ٻيٽ ، راسيون،
انهن جي خبر پئي اسان کي سَيائي.

نندي هوندي علم ۽ هنر سڀ پرائي،
وڏي هوندي عمدي ڪريون ڪا ڪمائي.

ڪريون دولت ۽ آبرو نيڪ حاصل،
اسان جي ٿئي نيڪ محنت سجائي.

- مرزا قليچ بيگ



## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١ - هن نظم ۾ ڏٺيءَ کان ڪهڙي شوق جي دعا گهري وئي آهي؟

٢ - تندرستيءَ کي ڪيئن قائم رکي ٿو سگهجي؟

٣ - ننڍي هوندي علم ۽ هنر پرائڻ جي دعا ڇو گهري وئي آهي؟

۴ - هن نظم جي شاعر جو نالو ڇا آهي؟

( ب ) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ اُهي جملن ۾ ڪم آڻيو:

سعيي - سُپت - سُڌ - سيائي - آبرو - سجائي.

( ج ) هيٺين لفظن جا ضد لکو:

| | | | |
|---|---|---|---|
| صفائي | | روشنائي | |
| سپت | | سجائي | |
| ڀلائي | | ننڍي | |

( د ) هم آواز لفظن کي قافيو چئبو آهي، جيئن: خدائي - ڀلائي. توهين هن نظم مان اهڙا هم آواز لفظ لکي ڏيکاريو.

( هه ) " هڪ ڪتاب مون کي ڏي" جملي ۾ ليڪ ڏنل لفظ، اسم جو واحد يا هڪ عدد ٻڌائي ٿو. اهڙا ڪي ٻيا مثال ڏيو.

كاڻ ان وقت ختم ڪريو، جڏهن ڪجھ خواهش باقي هجي

سبق ٽيهون

# رڌ پچاءُ

ڇوڪرين کي جتي ٻين هنرن سيکارڻ جي ضرورت آهي، اُتي اِها به لازمي ڳالھ آهي ته کين رڌ پچاءُ به سيکاريو وڃي. اِنهيءَ جو اِهو مطلب نه آهي ته ڇوڪرين کي عمدا ۽ عاليشان کاڌا رڌڻ اچن، پر سٺي رڌ پچاءُ ڪرڻ واري سٺي ڇوڪري اُها آهي، جنهن ۾ هي ٽي خاصيتون هجن: صفائي، سنڀال ۽ وقت جي پابندي.

کاڌي لاءِ پهريون ضروري ڳالھ آهي" صفائي". جيڪڏهن رڌڻو گندو هوندو ۽ کاڌي جا ٿانوَ ٿپا ميرا سيرا هوندا، ته کاڌي کائڻ واري کي ڪراهت پئي ايندي. کاڌو ڪيترو ئي سوادي ڇو نه هجي، پر انهن ڳالهين ڪري اُهو بي لطف ۽ بي مزي ٿيو وڃي، تنهنڪري هر ڪنهن ڳالھ ۾ صفائيءَ جو ڌيان رکڻ ضروري آهي.



رڌڻو هميشه ٻُهاريل سُهاريل ۽ اڇو اُجرو هجي. تنهن کان پوءِ اِهو به ڌيان رکجي ته جيڪڏهن رڌڻُو ڪچو ٺهيل آهي ته رڌڻي کي مهيني ۾ ڪان پوءِ ليپو يا راڳو ضرور ڏجي. رڌ پچاءُ ۽ کاڌي پيتي جي ٿانون کي ڇار،ٿانون ڌوئڻ جي پائوڊر ۽ صابڻ سان مَلي صاف ڪجي. ڇار ۾ سٽي يا ميراڻ جذب ٿي وڃن ٿا. پوءِ اُنهن کي صاف پاڻيءَ سان ڌوئي، خشڪ ڪري

صاف ڪپڙي سان اُگهڻ گهرجي. ان لاءِ گدلو يا ميرو ڪپڙو پلجي بہ استعمال نہ ڪجي، نہ تہ ٿانون مَلڻ ۽ ڌوئڻ جي محنت برباد ٿي ويندي، ۽ انهن تي وري ميراڻ لڳي ويندي.

رڌپچاءَ ۽ ڪاڌي ڪارائڻ وقت ٿانون کي پيهر صاف خشڪ ڪپڙي سان اُگهڻ گهرجي ۽ هٿن کي بہ ڌوئڻ گهرجي، ڇو جو مٽي ۽ ڌوڙ ٿانون ۽ هٿن تي لڳندي رهي ٿي، جنهن کي ڪاڌي جي شين ۾ ملڻ نہ ڏجي.ٿانون کي صاف ڪرڻ واريون شيون، جهڙوڪ ڪپڙو، بُرش وغيره، جيڪي هر روز ڪم ۾ اچن، تن کي روزانو صابڻ سان ڌوئي، سُڪائڻ ضروري آهي.

ساڳيءَ طرح اهي ٿانو، جيڪي رڌ پچاءَ ۽ ڪاڌي پيتي جي استعمال ۾ اچن ٿا، تن کي ڪم پوري ٿيڻ تي، صاف ڪرڻ بهتر آهي. اهو ڪم گهڻي وقت لاءِ ٽاري نہ ڇڏڻ گهرجي. ائين ڪرڻ سان ٿانون جي قلعي يا چمڪ گهڻو وقت جٽاءُ ڪري ٿي.

مٿي جيڪي ڳالهيون ٿيون آهن، اُهي رڳو صفائيءَ بابت آهن. ٻُئي رڌ پچاءَ لاءِ ٻي ضروري ڳالهہ آهي " سنڀال يا ڌيانُ". اِن جو مطلب اهو آهي تہ ڪاڌي رڌڻ ۽ ڪارائڻ وقت توهين ڪو عار يا وڏائي نہ ڪريو، پر هر ڪنهن ڳالهہ جي اهڙي سنڀال ڪريو، ڄڻ تہ پيا ماڻهو اوهان جي ڪم کي ڏسي يا چڪاسي رهيا آهن. جڏهن اوهان جي ڪم جي پيا چڪاس ڪن ٿا، تہ پوءِ توهان کي ائين سمجهڻ گهرجي تہ ڪٿي بہ ڪا ٿوري اوڻائي رهجي وئي، يا ڪا ٿوري بہ خرابي ٿي، تہ اُنهيءَ بي خياليءَ ڪري سڄي محنت اجائي ٿي ويندي .

رڌ پچاءَ تي ويهڻ وقت، جنهن جنهن شيءِ جي ضرورت هجي، اُها اڳواٽ ئي پاڻ وٽ رکڻ گهرجي. ائين نہ ٿئي جو پُڃڻيءَ وقت مصالحي ڪٽڻ لاءِ ڊوڙو. پاڻيءَ جي ضرورت پئي تہ اُٿي لوٽو پريو؛ ٻاهہ گهٽ ڪرڻي هجي تہ چمٽو ڳوليو. مطلب تہ هرڪا شيءِ پنهنجيءَ پنهنجيءَ جاءِ تي ڍنگ سان رکيل هجي تہ جيئن تڪليف نہ ٿئي.

ڪاڌو جيترو گُهرجي اوترو ئي رڌي، اڳيان رکجي. ڪاڌو ٿورو هوندو، تہ توهان کي شرمندو ٿيڻو پوندو. وڌيڪ هوندو تہ ضايع ٿي ويندو ۽ هروڀرو نقصان ٿيندو. لوڻ، مرچ ۽ گيهہ جو بہ پورو اندازو رکبو. اُنهن مان ڪابہ شيءِ وڌيڪ يا گهٽ هوندي تہ ڪاڌو بي مزي ٿي ويندو. اهڙيءَ طرح رڌ پچاءَ ۾ اِهو ڌيان بہ ضروري آهي تہ ڪاڌو ڪچو نہ رهجي وڃي يا ماڳهين سڙي ڪوئلو نہ ٿي وڃي.

سٽي رڌ پچاءَ لاءِ ٽين ضروري ڳالهہ آهي " وقت جي پابندي". وقت جو گهڻو خيال رکڻ گهرجي. ڪاڌو هميشہ وقت تي تيار ڪرڻ گهرجي. ائين نہ تہ ٻار اسڪول لاءِ تيار آهن ۽ مانيءَ لاءِ اتي ڳوهيل ئي ڪونهي. يا ٻار اسڪول مان ٿي موٽي آيا ۽ ڳنڌڻ اڃا تيار نہ آهي. سيئي ٻار گوڙ ڪري رهيا هجن ۽ توهين گهٻرائجي وڃو تہ ڇا ڪجي ڇا نہ ڪجي! پهريائين ويچارڻ

گھرجي تہ اچ کھڙي شيءِ رڌبي ۽ ڪاڏو ڪيڏيءَ مهل تيار ٿي سگھندو. اهڙيءَ ريت وقت جو اندازو ڪري، رڌ پچاءُ تي ويهبو، تہ ڪڏهن ڪنهن ڳالھ ۾ اوير ڪانہ ٿيندي ۽ رڌ - پچاءُ جو ڪم سليقي سان ٿي ويندو.

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١ - سٺي رڌ پچاءَ ڪندڙ لاءِ ڪهڙيون ڳالهيون ضروري آهن؟

٢ - رڌ پچاءَ ۽ ڪاڌي پيتي جا ٿانو ڪهڙيءَ ريت صاف ڪرڻ گھرجن؟

( ب ) هيٺين لفظن جي معنيٰ ٻڌايو ۽ جملن ۾ استعمال ڪريو:

غليظ - ڪراهت - ڳنڍڻ- ريت - اوير.

( ج ) ” مارا طوفان ڏاڍو تيز آهي“ . هن جملي ۾ ليڪ ڏنل لفظ ڇا جي معنيٰ ٿو ڏيکاري؟

پنهنجي عيبن ڏي ڏسو ۽ گناهن کان بچندا رهو

سبق ايڪٽيهون

# ڪپهه ناٽڻ جا ڪارخانا

وَنڻن جي پوک اسان جي ملڪ ۾ تمام آڳاٽي زماني کان ٿيندي اچي. جڏهن سڪندر اعظم سنڌ تي ڪاهي آيو هو، تڏهن ڦُٽيون ڏسي، يوناني لشڪر حيرت مان چوڻ لڳو ته "هتي وٽن ۾ اُن ٿيندي آهي!" اِئين اِنهيءَ ڪري چيائون، جو اُن زماني ۾ يونان ۾ وَنڻن جي پوک ڪانه ٿيندي هئي.

وَنڻن جي پوک خريف يعني ڪتيءَ جي موسم ۾ پوکي ويندي آهي. اُن مان ڪپهه حاصل ٿئي ٿي. ڪپهه جو فصل اسان جي ملڪ جو مکيه فصل آهي. هي فصل پرڏيهي ناڻو ڪمائي ڏئي ٿو. اُنهيءَ سان گڏ آبادگارن ۽ مزدورن کي به وڏي اوڄ ڏئي ٿو. ڦُٽيون جي چونڊڻ کان پوءِ، اُهي بَرڪيُنِ ۾ ڀري، ڪنهن ويجهي شهر جي ڪارخاني ڏانهن موڪليون وينديون آهن، جتي اُنهن کي ناٽي صاف ڪيو ويندو آهي. اهڙن ڪارخانن کي "ڪپهه ناٽڻ جا ڪارخانا" چيو ويندو آهي.

ڪارخاني ۾ پهچڻ کان پوءِ، ڦُٽين کي پهريائين ٽيڙي سُڪائبو آهي، جو ته اُنهن ۾ ٿوري آلاڻ هوندي آهي. ڪارخاني ۾ هڪ وڏي انجڻ لڳل هوندي آهي. جيڪا سڄي ڪارخاني کي هلائيندي آهي. اُها انجڻ بجليءَ تي به هلي، ته گئس يا تيل تي به هلي. جڏهن بجلي بند هوندي آهي، تڏهن انجڻ کي تيل يا گئس تي هلايو ويندو آهي، ته جيئن ڪم نه سيڙجي.

مزورَ اُنهن ٽيڙيل ڦُٽين کي هڪ وڏي پائيپ وسيلي مشين ڏانهن موڪليندا آهن، جتي سَنجِي ڪُنجِي، منجهانئن پَنَ، سُونگڙيون ۽ ڌَڙَ نڪريو وڃي. اُهو ڪِنُ ڪِچرو ٻئي پائيپ وسيلي ٻاهر نڪريو وڃي ۽ ڦُٽيون وڃيو ناٽِ جي مشين ۾ پون، جتي ڪِڪڙا ڏار ته ڪپهه ڌار ٿيو وڃي. ڪِڪڙا اُتي ئي ڏار ٿي هيٺ ڪرندا آهن ۽ ڪپهه اڳتي ڪڄي ويندي آهي.

ناٽ جي ڪَل وسيلي ڪپهه صاف ٿي ويندي آهي، جنهن کي مزور ٻورن ۾ وجهي "پريس" ۾ ڪٽي ويندا آهن. ٻارو! توهين چوندا ته پريس ۾ ته ڪتاب ڇاپبا آهن! ائين برابر آهي: پر پريس لفظ جي معنيٰ آهي دٻائڻ وارو سانچو، جيڪو ڪپهه کي ڇاپي، ڳنڍڙيون ٺاهيندو آهي. هڪڙو سانچو، ڪپهه ڇاپي ٻئي سانچي ڏانهن اماڻيندو، جتي ڇاپيل ڪپهه جي ڳنڍڙيءَ کي لوهي پَٽ لڳي ويندا ۽ ڳنڍڙي تيار ٿي ٻاهر نڪري ايندي.

ڪپهه ناٽڻ جي ڪارخاني ۾، گهڻو ڪري پاڪستان جون ئي تيار ڪيل مشينون لڳل هونديون آهن، جيڪي سڀ آٽو ميٽڪ يا خودڪار آهن. بس رڳو بَٽَڻُ دٻائڻ جي دير آهي، پوءِ

سپ ڪم ہاٿمرادو پيو ٿيندو. اڳي اهڙن ڪارخانن ۾ اُرٽڙيُون هونديون هيون. هر هڪ اُرٽـڙيءَ تي هڪڙو مزور هوندو هو، جيڪو ٿُڙو ٿُڙو ڪري ڪپهه اُرٽِڙيءَ ۾ وجهندو هو، انهيءَ ڪري وقت بہ گهڻو لڳندو هو، تہ خرچ بہ گهڻو ايندو هو.

آڳاٽي سمي ۾، زالون هٿ سان ڪپهه ڪاٽي، ارٽ تي سُٽ ڪتنديون هيون، اُنهيءَ سُٽ مان وري ڪوري آڏاڻن تي ڪپڙو اُڻندا هئا، پر هاڻي سائنس جي ترقيءَ انسان لاءِ ڪيڏي نہ سهولت پيدا ڪري ڇڏي آهي! هر شيءِ مشين تي تيار ٿئي ٿي. ڪپهه ڪاٽڻ جي ڪارخانن جي ڪري، هڪ پاسي وقت، محنت ۽ خرچ گهٽ ٿئي ٿو، تہ ٻئي پاسي پيداوار ۾ اُپت بہ وڌيڪ ٿئي ٿي.

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١ - ڦٽيون ڏسي يوناني لشڪر ڇا چيو؟

٢ - ڪپهه ڪهڙيءَ موسم ۾ پوکي ويندي آهي؟

٣ - ڪپهه جون ڳُنڙيون ڪيئن ٺهنديون آهن؟

٤ - آڳاٽي سمي ۾ ڪپهه ڪيئن ڪاٽبي هئي؟

٥ - سائنس جي ترقيءَ انسان لاءِ ڪهڙي سهولت پيدا ڪئي آهي؟

( ب ) هيٺين لفظن جي معنيٰ ڪريوءِ اُهي جملن ۾ ڪتب آڻيو:

آڳاٽو - مکيہ - ٽيڙڻ - آلاڻ - پَٽ - اُپت.

( ج ) "ڇوڪرا اسڪول ۾ پڙهڻ ويا آهن" . هن جملي ۾ ليڪ ڏنل اسم اهڙا آهن، جن سان اُن قسم جي سيني شين کي سڏي سگهجي ٿو. ڪي اهڙا مثال ڏيو، جن نالن سان اِنهيءَ قسم جي سيني شين کي سڏي سگهجي.

سَبَقُ ڀنٽيهون

# سارين جي پوک

هڪ دفعي جليلُ پنهنجي ناناڻي ڳوٺ گهمڻ ويو. ٻئي ڏينهن صبح جو هو پنهنجي مامي سان گڏجي ٻنيءَ تي ويو، جتي سارين جو رونبو يا وهراج ٿي رهيو هو. جليل اڳ ۾ ڪڏهن سارين جي پوک ٿيندي ڪانہ ڏٺي هئي، سو سارين جي پوک بابت ڪيترائي سوال پنهنجي مامي کان پڇيائين. سندس مامي ڪيس وٺي اچي اُن جاءِ تي ويهاريو، جتان رونبي لاءِ هاري، ٻيجارٽين مان ٻيجو ڪڍي، موڙيون ٻڌي، رونبي واري هنڌ ڏانهن کڻي پئي آيا.

**جليلُ:** ماما مهرباني ڪري ٻڌائيندا تہ سارين جي پوک لاءِ زمين کي ڪيئن تيار ڪبو آهي؟

**مامو:** پُٽ سارين جي پوک لاءِ پهريائين زمين کي بہ چار سُڪيءَ جا هَرَ ڏِني ڇڏبا آهن، تہ جيئن اُن کي اُس وغيرهہ چڱيءَ طرح لڳي. اُس جي لڳڻ ڪري پوک کي نقصان رسائيندڙ جيوڙا مري ناس ٿي وڃن ٿا. جڏهن رونبي ڪرڻ جو وقت ويجهو ايندو آهي، تڏهن وري ٻيا بہ ٽي هر ڏنا ويندا آهن. هرن جي ڪم کان واندو ٿي، رونبي لاءِ ٻيجو پوکيو ويندو آهي، اُن لاءِ زمين جي هڪ طرف کان هڪ يا ٻہ ٻارا مخصوص ڪيا ويندا آهن. اُنهن ٻارن کي ٻيءَ سموريءَ زمين کان وڌيڪ نرم بڻائڻ لاءِ منجهس ديسي ڀاڻ وجهي، رڪَ ڪيو ويندو آهي.



جيئن رک جي کري ٻيجي پنجڻ ۾ سولائي ٿئي. ٻيجي پنجڻ کان پوءِ هڪ هڪ يا ٻه ٻه مراهيون تيار ڪيل، زمين ۾ رونبو ڪيون ويندون آهن.

**جليلُ :** ماما! رونبو پاڻيءَ ۾ ڇو ٿو ڪيو وڃي؟

**مامو:** رونبو ٿيندو ئي پاڻيءَ ۾ آهي. تيار زمين جو ريج ڪري، پوءِ اُن ۾ رونبو ڪبو آهي، ته جيئن سَلا يا مَراهيون سُڪي نه وڃن. سُڪي وڃڻ جي حالت ۾ فصل صحيح نموني نه اسرندو آهي.

**جليلُ :** ساريون ڪهڙي وقت ۾ پچي راس ٿينديون آهن؟

**مامو:** سارين جون ديسي جنسون جهڙوڪ: سُڳداسي، ڪنگڻي، رتڙيا وغيره، ڇهن مهينن ۾ پچي راس ٿي وينديون آهن؛ پر اڄڪلهه جيڪي نيون جنسون پيدا ڪيون ويون آهن، اهي پيدائش به وڌيڪ ڏين ٿيون ۽ پچن به جلد ٿيون، انهن کي ايري چئبو آهي.

**جليلُ :** ڀلا ماما، اِهو ته ٻڌائيندا ته ٻين پوکن ۽ سارين جي پوک ۾ ڪهڙو فرق آهي؟

مامو: سارين جي پوک ۽ ٻين پوکن ۾ اهو فرق آهي ته ڪڙميءَ کي جهار هڪلڻي ڪا نه پوندي آهي، جو پکي هن پوک کي ڪونه کائيندا آهن. انڪري هاري، رونبي ڪرڻ کان پوءِ بلڪل آزاد ٿيو پوي، ڪيس صرف پاڻيءَ ۽ ياڻ ڏيڻ جو انتظار ۽ انتظام ڪرڻو پوندو آهي.

**جليلُ :** ڀلا ماما، سارين کي پَلالَ کان ڌار ڪيئن ڪبو آهي؟

**مامو:** لاباري ڪرڻ کان پوءِ هاري ڳاهه ڳاهيندا آهن، جنهنڪري پلالُ ۽ ساريون هڪٻئي کان جدا ٿيو پون. هاڻي ته اُن لاءِ زرعي اوزار تيار ٿي ويو آهي.جنهن کي ٿريشر چئبو آهي. لاباري، ڳاهه، واٽرڻ وغيره لاءِ پڻ مشينن کان ڪم ورتو پيو وڃي. اِن ۾ وقت جي بچت ٿئي ٿي ۽ ڪم به جلدائيءَ سان ٿئي ٿو.

**جليلُ :** ماما، سارين جي پوک مان اسان کي ڪهڙا فائدا آهن؟

**مامو:** پُٽ سارين جي پوک مان اسان کي انيک فائدا آهن. هڪ ته هيءَ پوک هزارين هارين جي گذر جو وسيلو آهي؛ سارين جي وهراج کان وٺي لاباريءَ واٽُر تائين ڪيترائي پورهيت پنهنجي روزي حاصل ڪن ٿا. اِن کان سواءِ هيءَ اسان جو مکيه فصل آهي، اسان جي ملڪ جا تمام گهڻا ماڻهو ڪاڌي ۾ چانور ڪتب آڻيندا آهن.

جليلُ: اسين به گهر ۾ ڏينهن جو چانورن جي ماني ۽ رات جو چانورن جو پَٽُ کائيندا آهيون.

مامو: ها پُٽ، اِنهيءَ کان سواءِ چانور ٻاهرين ملڪن ۾ موڪلي، اسين پرڏيهي ناڻو به ڪمائيندا آهيون.

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١ - سارين جي پوک کان اڳ زمين کي گهڻا هر ڏبا آهن؟

٢ - ٻيجاري وارين ٻارين ۾ پراڻي ٻلال جي رک ڇو وجهبي آهي؟

٣ - رونبي کان اڳ زمين ۾پاڻي ڇو ڇڏبو آهي؟

( ب ) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ اُهي جملن ۾ ڪم آڻيو:

ناس - اُسرندو- راس - ڪڙمي - انيڪ - ڪتب.

( ج ) هيٺين جا ضد لکو:

اڳ - ويجهو - نرم - ديسي - ڌار .

( د ) حرف نِدا ڇا کي ٿو چئجي؟

سَبَقُ ٻاهٺون

# هارِي (نظم)

هاري پيارا جوانَ سگهارا،
مُلڪ مِٽي جا جيءَ جيارا.

مَهَلَ مِلي ٿَئِي پاڻُ ملهائج،
محنت جَا ڪي مِينهَن وسائج.

جوڳَ ڀليءَ ڪي ساجُهر جوڙِ،
ڪيت سان نِينهُن نباهجَ توڙِ.

تنهنجي محنت لائي رَنگُ،
ڏک وڃي ، ٿئي سک جو سنگُ.

سَلي سَلي جي ڪر سَنڀارَ،
ڪَٽي منجهان ٿين ڪيڄَ خَرارَ.

بُک بيماري ڪڏُ ڀَڄائي،
تُنهنجا ڳُڻَ زمانو ڳائي.

تنهنجي محنت ملڪ جو مانُ،
شال جئين تون هاري جوان.

— بردو سنڌي

## مشق

( الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١ – شاعر هن نظم ۾ هاريءَ کي ڪهڙي نصيحت ٿو ڪري؟
٢ – هاري ڪهڙيءَ طرح بک ۽ بيماريءَ کي ڀڄائي سگهي ٿو؟
٣ – هاريءَ جي محنت ملڪ جو مانُ ڪيئن آهي؟

( ب ) هيٺيان اصطلاح سمجهايو ۽ اِهي جملن ۾ ڪم آڻيو:

پاڻ ملهائڻ – محنت جا مينهن وسائڻ – نينهُن نباهڻ – رنگ لائڻ – ڳُڻ ڳائڻ.

# بجلي

الله تعاليٰ انسان کي، سموريءَ مخلوق کان اُتم ۽ اعليٰ ڪري خلقيو آهي. هن دنيا جون سڀ شيون به سندس خدمت لاءِ پيدا ڪيل آهن. انسان کي رڳو قدرت پاران عطا ڪيل سگهه ۽ سمجهه استعمال ڪرڻي آهي، جيئن هو ڌرتيءَ تي موجود وسيلن مان پنهنجي سک، سهنج ۽ سونهن ۽ سينگارَ لاءِ، شيون تيار ڪري سگهي.

انسان ۾ قدرتي طرح اهڙو گُڻُ سمايل آهي، جو هو هر وقت، نيون نيون حقيقتون معلوم ڪرڻ لاءِ ڪوششون ڪندو رهي ٿو. سندس اِنهيءَ گُڻَ نيٺ، روشنيءَ حاصل ڪرڻ جو اهڙو وسيلو ڳولي ورتو، جنهن هن ڌرتيءَ کي چمڪائي ڇڏيو. روشنيءَ جي انهيءَ وسيلي کي بجلي سڏيو وڃي ٿو. بجليءَ جي ايجاد ٿيڻ سان نه رڳو اُن مان روشني حاصل ڪئي وئي، پر اُن جي مدد سان دنيا جي ڪاروبار ۾ وڏو انقلاب آندو ويو.

هاڻي ته بجلي انسان جي هڪ اهم ضرورت آهي. ملڪ جي ترقيءَ ۾ بجليءَ جو وڏو حصو هوندو آهي. بجليءَ جي اِيجادَ کان اڳ روشني حاصلُ ڪرڻَ جا جيڪي به طريقا هئا، تن تي وڏي جاکوڙ ڪرڻي پوندي هئي. بجليءَ جي روشني نه رڳو هڪ بٽڻ دٻائڻ سان حاصل ٿئي ٿي، پر اُنهيءَ ۾ خرچ به گهٽ ۽ سوجهرو به گهڻو ٿئي ٿو.

سياري جي سيءَ ۽ اونهاري جي گرميءَ کان بچڻ لاءِ پڻ بجليءَ کان ڪم ورتو وڃي ٿو. اونهاري ۾ بجليءَ جا پکا ۽ ايئرڪنڊيشنر جاين کي ٿڌو رکن ٿا. سياري ۾ وري بجليءَ جي هيٽرن سان گهرن کي گرم رکيو ويندو آهي. ريفريجريٽر، جن ۾ پاڻي ۽ ٻيون شيون ٺاري سگهجن ٿيون، اُهي به بجليءَ تي هلن ٿا. ريفريجريٽر ۽ ڊيپ فريزر ۾ سايون ڀاڄيون، بيضا، گوشت، ميوا ۽ دوائون رکيون وينديون آهن، ته جيئن اُهي خراب نه ٿي وڃن.

وڏن شهرن ۾ ڪولڊ اسٽوريج جو رواج به عام ٿي ويو آهي. انهن کي بجليءَ وسيلي ايترو ٿڌو رکيو ويندو آهي، جو منجهن رکيل شيون هفتن جا هفتا ڳرڻ ۽ سڙڻ کان بچي وينديون آهن. اُنهن ڪولڊ اسٽورن ۾ گوشت، مڇي، ميوا ۽ ڀاڄيون رکيون وينديون آهن.

بجلي نه رڳو اسان جي گهرن ۽ گهٽين کي روشن ڪري ٿي، پر اسان جي ڪارخانن کي پڻ هلائي ٿي. انهيءَ ڪري پيداوار هڪ پاسي وڌي آهي، ته ٻئي پاسي محنت ۽ وقت جي بچت ٿي آهي. هاڻي ته ريل گاڏيون به بجليءَ تي هلن ٿيون. اُهي ريل گاڏيون تمام تيز رفتار سان هلن ٿيون، اِنهيءَ ڪري واپار ۽ اچ وڃ جي ڏاڍي سهولت ٿِي پَئِي آهي.

اسان جو ملڪ هڪ زرعي ملڪ آهي. هتي برسات تمام گهٽ پوي ٿي، تنهنڪري گهڻي کان گهڻي زمين آباد ڪرڻ لاءِ اسان کي بجليءَ تي ڀاڙڻو پوي ٿو. ٽيوب ويلن رستي زمين جو پاڻي پوکن لاءِ استعمال ڪيو پيو وڃي. ٽيوب ويل هلائڻ لاءِ بجلي هڪ آسانُ ۽ سستو وسيلو آهي. اهڙيءَ طرح هن وقت پاڻيءَ جي کوٽِ پوري ڪرڻ ۾ بجلي وڏي مدد ڪري رهي آهي.

ريڊيو ۽ ٽيليويزن بہ بجليءَ جو ڪَرشمو آهن. ريڊيو تي اوهين گهر ويٺي سڄيءَ دنيا جون خبرون، تقريرون ۽ ٻيا پروگرام ٻڌي سگهو ٿا. ٽيليويزن تي وري مختلف پروگرامن ۾ ڪم ڪندڙن جي تصوير بہ ڏسي سگهون ٿا.

ڪيترين بيمارين جو علاجُ بہ بجليءَ وسيلي ڪيو ويندو آهي. وڏن شهرن ۾ وڏيون عمارتون هونديون آهن. جن ۾ لفٽ لڳل هوندي آهي. بَٽَڻَ دٻائڻ سان لفٽ توهان کي ڪنهن بہ ماڙ تي پهچائي سگهي ٿي. هاٿَي تہ سبڻَ، استري ڪرڻَ، ڪپڙن ڌوئڻَ ۽ ٻُهاري ڏيڻَ جهڙا ڪم بہ بجليءَ جي مدد سان ٿي رهيا آهن.

اسان جي پياري ملڪ جي آباديءَ جو وڏو حصو ٻهراڙيءَ ۾ رهي ٿو. هاڻي ڳوٺن ۾ بجلي پهچائي، اُنهن کي بہ ملڪ جي ترقيءَ ۾ ڀاڱي ڀائيوار ڪيو پيو وڃي. انهيءَ ڪري ڳوٺن ۾ بہ ننڍا ننڍا ڪارخانا قائم ڪيا پيا وڃن. اُهو ڏينهن پري ڪونهي، جڏهن جهنگ ۾ هاري بہ پنهنجي جهوپڙيءَ کي بجليءَ سان روشن ڪندو، ۽ قدرت جي هن نعمت مان گهڻو فائدو حاصل ڪندو. اسان کي گهرجي تہ بجليءَ جي بچت ڪريون ۽ ان جو اجايو زيان نہ ڪريون.

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١ - بجليءَ جي ايجاد سان دنيا جي ڪاروبار ۾ ڪهڙو انقلاب آيو آهي؟

٢ - بجليءَ جي ايجاد کان اڳي،روشني ھٿ ڪرڻ وارن طريقن ۾ ڪهڙي خامي هئي؟

٣ - سياري جي سيءَ ۽ اونهاري جي گرميءَ کان بچڻ لاءِ، بجلي کان ڪهڙو ڪم ورتو وڃي ٿو؟

٤ - ڪارخانن ۾ بجليءَ جي استعمال سان، ڪهڙي سهولت ٿي آهي؟

(ب) ڪي بہ ڏهہ لفظ ٻڌايو، جيڪي عام ماڻهن، شين ۽ شهرن جا نالا هجن.

کاوڙ وقت فيصلو نہ ڪريو

سَبَقُ پنجتيهون

# وَطَن جي حُبَّ

جنهن ملڪ ۾ ماڻهو ڄائو، نپنو ۽ وڏو ٿيو، اُهو سندس وَطَنُ آهي. اسان جو وطن پاڪستان آهي. هر انسان کي پنهنجو وطن ڏاڍو مٺو لڳندو آهي. وطنُ پياري ۾ پياري شيءِ آهي. اُهو ڪهڙو انسان آهي، جنهن کي پنهنجي ساٿيهَہ لاءِ سِڪَ نہ آهي. هر انسان پنهنجي ملڪ سان ڪنهن ٻئي ملڪ کي مَٽُ نہ سمجهندو آهي. پنهنجي منڍي ملڪ سان محبت هڪ فطري جذبو آهي.

حضور ڪريم صلي الله عَلَيهِ وآلہٖ وسلم جن فرمايو آهي تہ "وطنَ جي حُبَّ ايمان جو جزو آهي". اِن مان ثابت ٿيو تہ جنهن ماڻهوءَ کي پنهنجي وطن سان حُب نہ آهي، اُنهيءَ جو ايمان پورو نہ آهي. دنيا جي تاريخ حُب الوطنيءَ جي اهڙن واقعن سان ڀري پئي آهي، جن ۾ ماڻهن پنهنجي ملڪ کي بچائڻ لاءِ سِرَسُاهُہ بہ گهوري ڇڏيو.

بنواُمَيہ گهراڻي جو شهزادو عبدالرحمان الداخل ، جيئن ٽيڪ پنهنجي ملڪ مان نڪري، اسپينَ جو شهزادو وجي ٿيو، تڏهن بہ سدائين پنهنجي ساٿيهَہ کي پيو ساريندو هو. هڪ ڀيري اسپينَ جو سيرُ ڪندي، هڪ هنڌ کجيءَ جو وڻ ڏسي بيهي رهيو. وڻ کي مخاطب ٿي چيائين تہ " تنهنجي ۽ منهنجي حالت ساڳي آهي، تون بہ پنهنجي وطن عربستان کان وڇڙيل آهين ۽ آءٌ بہ پنهنجي وطن لاءِ پيو واجهايان. "

اسان وٽ مارئيءَ جِي پنهنجي ساٿيهَہ لاءِ سِڪ بہ مشهور آهي. مارئي ٿر جي هڪ ننڍڙي ڳوٺڙي ۾ رهندڙ پالڻي پنهوار جي ڌيءَ هئي. سندس سڄي ڪُڙم جو گذرانُ ڍورا، ڍُسي ۽ ڀيرُون هئا. هي مالوَندَ مارُو ماڻهو هئا، مال جي سَنڀي سان جتي مِينهُن پوندو هو، اُتي وڃي پنهنجا پَڪا اڏيندا هئا. مارئي جهڙي هئي صورت ۾ موچاري، تهڙي هئي سِيرت ۾ سهڻي.

ان وقت، عُمر سومرو سنڌ جو بادشاهہ هو. تنهن جڏهن مارئيءَ جي سُونهن جي هاڪ ٻڌي، تڏهن خيال ٿيس تہ اُها نينگرِ هٿ ڪري، ساڻس شادي ڪريان. هڪ ڏينهن پلي اُٺ تي چڙهي ٿَرِ ويو. مارئي پنهنجي ساهيڙين سان گڏ کُوهہ تي پاڻي ڀري رهي هئي. عمر کيس ڪنيي ڪٽي اُٺ تي کنيو، ۽ آڻي عمر ڪوٽ ۾ قيد ڪيائينس.

عُمر سومري مارئيءَ کي راضي ڪرڻ لاءِ وڏا وس ڪيا . ڪيترائي حيلا هلايا، پر هڪ بہ نہ هليس. هُن مارئيءَ کي پَٽَ پَٽيهَرَ، ريشَمُ ۽ اَطلسَ آڇيا، پر مارئيءَ پنهنجي لوئي نہ

لڇائي. مارئيءَ سونَ ۽ رُپي کي پنهنجي ساٿيهَ جي سڳڙن برابر به نه سمجهيو. هُن ماڙين تي پنهنجا پونگا نه مَٽيا. هوءَ رات ڏينهن ساٿيهه کي ساري، پٽي ڳوڙها ڳاڙيندي هئي. سندس مُهاڙ سدائين ملير ڏانهن هوندي هئي ۽ سچو وقت پنهوارن جا پانڌي پٽي پچائيندي هئي.

هڪ ڏينهن عُمر سومري کي چيائين ته " اي عُمرا جيڪڏهن آءٌ هن بند ۾ مري وڃان، ته منهنجو مڙُهه ملير ڏانهن موڪلج؛ منهنجي مٿان ٿر جي ٿڌي مٽي وسائج؛ هن ڪٽيءَ جو مون کي ڪفن ڏج، منهنجو مڙهه ملير ويندو ته آءٌ مئل به جيئري ٿي پونديس."

پنهنجي ملڪ لاءِ مارئيءَ جي اهڙي اُڪير ڏسي، عمر جهڙي بادشاهه کي به نيٽ جُهڪڻو پيو ۽ مارئيءَ کي پنهنجي مُلڪ موٽايائين.

ٻارو، مارئيءَ جي اِنهيءَ قصي مان اسان کي اِهو سبق ٿو ملي ته پنهنجي وطن سان محبت ڪريون. پنهنجي پياري وطن سان وفادار رهون ۽ سدائين اُن جي خدمت ڪريون.

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١ - وطن ڇا کي ٿو چئجي؟
٢ - حضور ڪريم صلي الله عليه وآلہٖ وسلم جن وطن جي حُب لاءِ ڇا فرمايو آهي؟
٣ - عبدالرحمان الداخل کجيءَ جي وڻ کي مخاطب ٿي ڇا چيو؟
٤ - عمر سومري مارئيءَ کي ڪهڙي لالچ ڏني؟
٥ - مارئيءَ عمر سومري کي ڪهڙو جواب ڏنو ؟
٦ - مارئيءَ جي قصي مان اسان کي ڪهڙو سبق ٿو ملي؟

( ب ) هيٺين لفظن جي معنيٰ ٻڌايو ۽ اِهي جملن ۾ ڪم آڻيو:

ساٿيهه - سڪ - ڪُرُم - سَنو- هاڪ - پَٽَ پَٽيهَر.

( ج ) " ڪراچي سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ آهي" هنَ جملي ۾ ليڪ ڏنل اسم اهڙو آهي، جنهن سان صرف اُنهيءَ شهر کي سڃاڻي سگهجي ٿو، جنهن جو اُهو نالو آهي؛ اهڙي اسم کي اسم خاص چوندا آهن. اوهين ڪي به اهڙا ڏهه اسم ٻڌايو.

سَبَقُ ڇٽيهون

# پيارا وطن (نظم)

منهنجا وطن پيارا وطن، اکڙين سندا تارا وطن!
اي دوست دل وارا وطن، هر جاءِ هاڪارا وطن!

تون ئي جياپو جان جو، تو سان سندم جيءَ جون جڙيون،
تو سان اُڙيو مَن آ سَندُم، اي سرس سُونهارا وطن!

مٺڙا وطن تنهنجي مٽان، سر ساهه سڀ گهوري ڇڏيان،
تنهنجو نہ مَٽ ڪو ديس پيو، محبوب موچارا وطن!

سڪيو ستابو شل رهين، ڪوسو لڳي تو کي نہ واءُ،
ماکي ۽ مصريءَ کان مِٺا، اي جانِ کان پيارا وطن!

تنهنجي مٽيءَ ۾ مُشڪُ ۽ تنهنجي هوائن ۾ هُڳاءُ،
مهراڻ جي هر موج، ڇڻ امرت سندي ڌارا وطن!

منهنجا وطنَ شل شَهَرَ ۽ سڀ ڳوٺڙا تنهنجا وسن،
رحمت سندا تو تي ڪڪر ڪن خوب وسڪارا وطن!

منهنجا محبت جا "سليم" آهن، سوين تو تي سلام،
منٺار موچارا وطن، او سُونهن سِڪ وارا وطن!

– سليم ڳاڙهوي

## مشق

( الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١ – شاعرُ وطن کي اکڙين جي تارن سان ڇو ڀيٽ ٿو ڏئي؟
٢ – وطن سان مَنُ ڪيئن اُڙيو آهي؟
٣ – رحمت جا ڪڪر ڪيئن وسندا آهن؟
٤ – شاعرُ وطن لاءِ ڪهڙي دُعا ٿو گُهري؟

( ب ) ڪي بہ پنج لفظ ٻڌايو، جيڪي عام شين جا نالا هجن.

اهڙن اسمن کي اسم عام چئبو آهي،

**جيڪو ماڻهن سان پيار ڪري ٿو الله ان سان پيار ڪري ٿو**

سبق سترهون

# اِنساني ڀائپي

قومن ۽ قبيلن جا نالا ۽ جدا جدا ذاتيون ته رڳو سڃاڻپ لاءِ آهن. هي سجُ، چنڊُ ۽ تارا ته غريب توڙي امير جي اڱڻ تي، هڪجهڙو چمڪن ٿا؛ پوءِ انسانن جي وچ ۾ هيءَ نَنڍَ وڏائي ڇو آهي؟ پوءِ به انسانُ انسانَ جو ويري ڇو آهي؟

اِهو سڀ انهيءَ ڪري ٿيندو رهيو، جو ذات پات، رنگ نسل؛ انسان ۾ هَٺَ ۽ غُرُورُ پيدا ڪيو. هڪڙن طاقت جي زور تي پاڻ کي اوچي رکڻ لاءِ، ٻين کي نيچ بڻائي ڇڏيو. هندن، برهمڻ، کتري، ويشَ ۽ شُودَرَ، چار ذاتيون ناهيون. اُنهن ۾ برهمڻ اتم ۽ شودر نيچ ليکيا ويا. ساڳيءَ حالت اسلام جي اچڻ کان اڳ عربن جي هئي. عربَ پاڻ کي غير عرب کان مٿانهون ڀائيندا هئا. اميرُ غريبَ کي ڌڪاريندو هو ۽ ڏاڍو هيٺي تي هلان ڪندو هو.

اسلامي تعليم، انهيءَ انسانيت کان ڪريل جذبي جي پاڙ پٽي ڇڏي. اسان جي پياري نبي ڪَريمصَلّي اللهُ عَلَيْهِ وَآلِهِ وَسَلَّمَ جن انساني ڀائپيءَ جو بي مثل سبق ڏنو. پاڻ فرمايائون ته " اي انسانو! توهان جو رب هڪ آهي، توهين سڀ آدم جو اولاد آهيو. ڪوبه عرب عَجميءَ کان ۽ ڪوبه عجمي عرب کان، ڪارو اڇي کان ۽ اڇو ڪاري کان مٿانهون نه آهي. ڀلو اُهو آهي، جنهن جا ڪمَ ڀلا آهن" .

حضور نبي ڪريم صَلّي اللهُ عَلَيْهِ وَآلِهِ وَسَلَّمَ جن جي مبارڪ زندگيءَ مان اهڙا ڪيترائي مثال پيش ڪري سگهجن ٿا. هڪ ڀيري جي ڳالهه آهي ته پاڻ سڳورن، رحلت کان ٿورو اڳ، هڪ لشڪر ڪنهن محاذ تي موڪلڻ لاءِ تيار ڪيو هو، جنهن جي اڳواڻي اُسامه بن زيد رَضِيَ اللهُ تَعاليٰ عَنْهُ کي سونپي هئائون. سندن رحلت فرمائي وڃڻ بعد، ڪن اصحابن راءِ پيش ڪئي ته " اُسامه بِن زَيد رَضِيَ اللهُ تَعاليٰ عَنْهُ جي عيوض، ڪنهن قريش سردار کي اُهو ڪم سونپيو وڃي؛ ڇاڪاڻ ته هي هڪ غلام زادو آهي. ٿي سگهي ٿو ته قريش هن جي سپهه سالاريءَ کي پسند نه ڪن!" اها ڳالهه ٻڌي، حضرت ابُوبَڪر رَضِيَ اللهُ تَعاليٰ عَنْهُ وراڻيو ته اِهو حُضُور صَلّي اللهُ عَلَيْهِ وَآلِهِ وَسَلَّمَ جن جو فيصلو آهي، ان ۾ آءٌ ڪابه ڦير ڦار نه ڪندس.پوءِ پاڻ اُسامه بن زيدرضه جي گهوڙي جي واڳ ورتي، پيادا هلندا رهيا ۽ کيس محاذ تي روانو ڪيائون. هن واقعي مان ظاهر ٿئي ٿو، ته اسلام ۾ ننڍ وڏائيءَ ۽ ذات پات يا ڪو ٻيو ڀاءُ ڪونهي.

اِهو نبي ڪريم صَلَّي اللهُ عَلَيْهِ وَآلِهٖ وَسَلَّمَ جن جي تعليم جو ئي اَثرُ هو، جنهن ڏاڍي ۽ هيٺي جو فرق مٽائي ڇڏيو ۽ اُوچ نيچ جي تفاوت کي ختم ڪري ڇڏيو. اسلام جي اچڻ سان ذات پات، رنگ ۽ نسل جا ويڇا ميسارجي ويا. اهڙيءَ طرح اڄ کان چوڏهن سَو سال اڳي، پاڻ سڳورن انساني ڀائپيءَ جو بنياد رکيو.

اڄ سڄي دنيا اِنهيءَ انساني ڀائپيءَ جي اعليٰ اصول کي قبول ڪري چڪي آهي. گورا توڙي ڪارا، غريب توڙي امير سڀ هڪجهڙا انسانَ آهن. سڀني کي هڪجهڙا حق حاصل آهن، ڀلو اُهو آهي، جنهن جا ڪم ڀلا آهن. اسان کي انساني ڀائپيءَ جي اعليٰ اصول تي عمل ڪرڻ گهرجي: ڇو ته اِنهيءَ ۾ ئي سموريءَ انسان ذات جي ڀلائي آهي.

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١ -- انسان هڪ ٻئي جا دشمن ڇو آهن؟
٢ -- اسلام کان اڳ عربن جي ڪهڙي حالت هئي؟
٣ -- پاڻ سڳورن انساني ڀائپيءَ جو ڪهڙو سبق ڏنو؟
٤ -- اُسامہَ بِن زَيد رَضِيَ اللهُ تَعاليٰ عَنْهُ جي سپهه سالاريءَ تي صحابين ڪهڙي راءِ پيش ڪئي؟
٥ -- حضرت ابُوبَڪر رَضِيَ اللهُ تَعاليٰ عَنْهُ جواب ۾ ڇا فرمايو؟

( ب ) هيٺين لفظن جي معنيٰ ٻڌايو ۽ اُهي جملن ۾ ڪم آڻيو:

ڪارڻ - ويري - اُتم - نيچُ - غير - سانت - ويڇا - ميسارجي- هلان ڪرڻ - هيسڻ.

(ج) هيٺين جا ضد لکو:

| | | | |
|---|---|---|---|
| غريب | | ڪارو | |
| ويري | | اوچ | |
| اعليٰ | | انسان | |
| هيٺو | | غلام | |

( د ) هن سبق ۾ آيل اسم خاص ڳوليو:

توبه ڪريو ۽ عبادت کي پنهنجي عادت بڻايو

سَبَقُ انئيهون

# مورڙو مِيربَحر

اڄ جتي ڪراچي سنڌ جي گادي واروشهر آهي، اُتي اڳي هڪڙو ننڍڙو ڳوٺڙو هوندو هو، جنهن کي "ڪلاچيءَ" جي نالي سان سڏبو هو. اُنهيءَ ڳوٺ ۾ اوباهيو نالي هڪ مهاڻو رهندو هو. کيس ست پُٽ هئا، جن مان مورڙو مڙني کان ننڍيو ۽ ٽورو منڊو بہ هو. ٻيا ڇهہ ئي ڀائر جاننا جوانَ هئا ۽ مڇيءَ مارڻ جي هنر جا استاد هئا. گهٽتائي مورڙي ۾ بہ ڪانہ هئي. جي جسم جو جڏو هو، تہ عقل ۽ ڏاهپ ۾ سيني کان سَرس هو. ڀائر کيس بيڪار سمجهي، پُٽِ جي سنڀال سڙيءَ ۽ آئي وئي جي آڏرڀاءَ لاءِ، گهر ۾ ڇڏي ويندا هئا.



هڪ ڀيري ڇهہ ئي ڀائرَ، ٻيڙيون ڇوڙي، مَڪُڙيُون موڙي، مڇيءَ مارڻ لاءِ ڪلاچيءَ جي ڪُن وٽان وڃي نڪتا! اُن ڪُنَ ۾ هڪ ميو متارو مانگر مَڇُ رهندو هو، جنهن غورابن جا غوراب ۽ ٻيڙين جون ٻيڙيون، قبضي ۾ آڻي، هڙپ ۽ هضم ڪري ڇڏيون هيون. شال نہ ڪنهن بدنصيب جو اُن سان پلاند اٽڪي! شال نہ ڪو غريب ساسي اُن ويريءَ جي وَرُ چڙهي! جي چڙهيو تہ نهوڙي نيندو هوس.

تَـڙ جي واقف مهاڻن هنن ڇهن ئي پائرن کي گهٽوئي سمجهايو ته " هتان پڇي پاسو ڪريوا" پر هي همراهَ مُـڙيائي نه! اچا رڇ وجهي، اڳتي وڌيا ئي ڪين ته ڪُن جي سخت چڪر ۾ ٻيڙي اچي وئيءَ هڪ پٺي ڦيري سان آٿي اونهي ۾ هنيائينس. بس ٻيڙي هڪدم اونڌي ٿي پئي. مڇ ته اڳ ۾ ئي تيار ويٺو هو. سو ڇهن ئي کي گراهه ئي هڪڙو ڪيائين.

ويل ٽري ويئي، گهاتو گهر نه موٽيا. گهر جا سڀ پاتي ڳڻتيءَ ۾ پئجي ويا. نيٺ مورڙو اُٿي سندن ڳولا ۾ نڪتو. تَڙن تان تلاش ڪندي، پتو پيس ته سندس پائرن سان ڪهڙو ڪيسُ ٿي چڪو هو. پوءِ ته موٽي ماڳ آيو، جتي مِٽن مائٽن کي ميڙي، ٻُري ڪان بدلي وٺڻ جون سٽون سٽڻ لڳو. آخر هڪ لوهي پڃرو تيار ڪرايائين، جنهن کي ٻاهرئين پاسي کان ڪيترا ڪُنڊيا ۽ تکا ڪِلَ لڳل هئا. هر هڪ ڪُنڊي ۾ ريشمي رسو پيل هو، جنهن جي ٻي پڇاڙي هڪ پاچاريءَ سان ٻڌل هئي. اُهي ساز سامان ساڻ ڪري، سڀ ڪلاچيءَ جي ڪن ڏي ڪاهيندا ويا. اُتي پهچڻ شرط مورڙو پڃري ۾ ٿي ويٺو ۽ همراهن کي چيائين ته " هاڻي پڃري کي ڪٽي ڪُن ۾ ڦٽو ڪريو، جڏهن رسا لاڏندا ڏسو، تڏهن پڃري کي ڇڪي ٻاهر ڪڍجو".

پڃري کي لاهي پاڻيءَ ۾ وڌائون، مانگر مَڇُ به وات ڦاڙيو ويٺو هو، سو پڃري کي ويو ڳڙڪائيندو، پر پڃري جا ڪِلَ وڃي اُن جي ڄاڙين ۾ اٽڪيا. جيئن ٿي اُن کي ڳهڻ جي ڪوشش ڪيائين، تيئن ڪل ويس ٿي زور سان کُپندا. پوءِ ته مورڙي وٺي رسا لوڏيا. تنهن تي پاچارين ۾ سانَ جوٽي، اُنهن جي ٻُنن تي ڪکن جا مُونا رکي ڪٽي ٻاهه ڏنائون. تو َتي سانَ اُٿي پڳا ۽ مانگرمڇ کي گهلي سڪيءَ تي آندائون. بس! هاڻي ته جتان ڪتان ٻُري تي ٻَڇ ٿي وَئي.لنيس، لوڙهيـن، ڪاتن ۽ ڪهاڙن جو وسڪارو ٿي ويو. چوڌاري مانگر تي مارو ٿي ويو، هٽي ساهه ڪڍي وڌائونس. مورڙو، مڇ جي پيٽ مان پڃري سوڌو صحيح سلامت نڪري آيو. پوءِ مڇ جو پيٽ چيري،ان مان پائرن جا لاش ڪڍي، آٿي ڪلاچيءَ جي اتر اولهه، جبل جي پاڙ وٽ دفن ڪيائين. باقي حياتيءَ جا ڏينهن مقام جو مجاور ٿي گذارڻ لڳو.

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١ - مورڙي جا پائر ڪهڙو ڪم ڪندا هئا؟

٢ - مورڙي جي پائرن کي ڪهڙي ڪُن ۾ مانگر مڇ ڳهي ويو هو؟

٣ - مورڙي خبر پوڻ شرط ڇا ڪيو؟

٤ - مانگر مڇُ ڪيئن ماريو ويو؟

( ب ) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ اُهي جملن ۾ ڪم آڻيو:
**مڙني - سرس - آڏر ڀاءُ - ميو متارو - نهوڙڻ - ويل - ڪيس**

( ج ) ڪي ٻه پنج لفظ ٻڌايو، جيڪي ڪن عام ماڻهن،شين ۽شهرن جا خاص نالا هجن.

( د ) **سنڌيءَ ۾ ڪيترائي اهڙا لفظ آهن، جيڪي ٻن يا وڌيڪ لفظن مان جُڙيل آهن. هن سبق ۾ اهڙا لفظ آيل آهن** جيئن : " بد + نصيب ۽ بي + ڪار" توهين " بد " ۽ " بي " اڳياڙيءَ سان ٻيا اهڙا لفظ ناهي ڏيکاريو.

اهڙي علم کان بچو جنهن ۾ عمل نہ هجي

سَبَق اُوٺيتاليهون

# مُلتان جو سيرُ

۲۰ فيبروري ۲۰۰۲ع

گهنٽا گهر، ملتان.

مهربان دوست ولي محمد، شال خوش هجو،

اَلسَّلامُ عَلَيْڪُمْ.

احوال هِن ريت آهي تہ هِت سڀ خيرُ آهي. ۽ توهان جي خيريت لاءِ ڏٽيءَ در دعاگو آهيان.

اڄ ملتان ۾ آئي، اسان کي ٽيون ڏينهن آهي. انهن ٽن ڏينهن ۾ اسان ملتان جو چڱو سير ڪيو آهي. اُنهيءَ سير جو احوال اوهان کي لکي رهيو آهيان.

ملتانُ پاڪستان جو هڪ قديم ۽ تاريخي شهر آهي. ملتان کي جيڪڏهن تاريخي عمارتن ۽ درگاهن جو شهر چئجي، تہ بہ صحيح ٿيندو. ملتان زراعت، نَڪر توڙي ڪاشيءَ جي ٽائون، ريشم ۽ ڪپهہ جي صَنعَتُن ۾مشهور آهي.

ملتان شهر جا ٻہ حصا آهن. هڪڙو پراڻو ۽ ٻيو نئون. پراڻو شهر سوڙهو، ڳتيل ۽ گول ٻڌل آهي؛ جنهن کي اڳي چوڌاري ڪوٽ ڏنل هو. هاڻي اُن حصي جي چوڌاري گول رستو آهي. شهر جو نئون حصو نئينءَ ترتيب سان ٻڌل آهي. اِنهيءَ ڪري ملتانُ پراڻي ۽ نئين ترتيب جو هڪ سهڻو نمونو آهي.

اسين سڀ کان پهرين، ماما سان گڏجي گهنٽا گهرُ ڏسڻ وياسين. ماما اسان کي ٻڌايو تہ گهنٽا گهر جنهن خصي ۾ آهي، ان کي " لَڪَڙ منڊي" چوندا آهن. اُنهيءَ تي اِهو نالو انڪري پيو، جو اُتي اڳي ڪاٺ جو واپار ٿيندو هو. گهنٽا گهر ڏانهن وينديِ، واٽ تي وڏيءَ ڪمان سان، هڪ دروازو ڏسڻ ۾ آيو، جنهن کي " حرم گيٽ " سڏجي ٿو. اڳتي هلي، پراڻي شهر جي گولائيءَ واري رستي تان ٿيندا، اچي " بوهڙ گيٽ " تي پهتاسين . اُتان ٿورو اڳتي هلياسين، تہ گهنٽا گهرَ چونڪَ ۾ اچي بيناسين.

اُنهيءَ کان پوءِ، اسين " قاسم گيٽ" واري چاڙهي چڙهي، قاسم باغ ڏسڻ وياسين. اتي ڏاڍو مزو لڳو پيو هو. هي باغُ شهر کان اٽڪل پندرهن ميٽرن جي مٿاهين تي مٽي آهي. هتان شهر جو نظارو ڏسڻ وٽان آهي. مامي اسان کي ٻڌايو تہ پاڪستان کان اڳي، هتي رڳو مٽيءَ جو دڙو هو. هاڻي اُتي هڪ عاليشان باغ رکيو ويو آهي.

قاسم باغ ۾ هڪ ننڍو عجائب گهرُ پڻ آهي. اُنهيءَ ۾ ملتان جي ڪاريگرن جون ٺهيل شيون رکيل آهن. مامي اسان کي اِهو بہ ٻڌايو تہ جنهن جاءِ تي هينئر عجائب گهرُ قائم ڪيو ويو آهي، اُتي پراڻي زماني ۾ بارودَ رکڻ جو تَهہ خانو هوندو هو. اُتان ٿي غوث بهاءُ الدين زڪريارح ۽ شاھ رُڪنُ عالم رح جا مقبرا ڏسڻ وياسين. اُتي زيارتين جا ميڙ لڳا پيا هئا. اسان بہ زيارت ڪئي. اُنهن مقبرن تي چٽساليءَ جو اعليٰ درجي جو ڪم ٿيل آهي. شاھ رڪن عالم رح جي مقبري تي چٽساليءَ ۽ ڪاشيءَ جو ڪم ڏسڻ وٽان آهي. غوث بهاءُ الدين زڪريا ۽ شاھ رڪن عالم رح پنهنجي وقت جا وڏا عالِمَ ۽ ولي الله ٿي گذريا آهن.


شاھ رڪن عالم رح جو مُقبَرو

قاسم باغ لڳ، راندين جو ميدان آهي. اُتان گهمندا اچي "حسين آگاهي" بازار مان نڪتاسين، جتي هڪ درويش حسين آگاهيءَ جو مُقبَرو آهي. اِنهيءَ ڪري هِن بازار تي اِهو بہ انهيءَ ڪري ئي نالو پيو. هيءَ بازار ملتان شهر جو واپاري مرڪز آهي. بازار مان گهمندي "پاڪ گيٽ "کان ٿيندا، گهر موٽي آياسين.

ٻئي ڏينهن مامي جي هڪ دوست ڪار ڏياري موڪلي، جنهن ۾ چڙهي، اسين بيبي پاڪ دامن جي مقبري تي وياسين. اُتان زيارت ڪري، "دلي گيٽ" ڏانهن روانا ٿياسين. " پاڪ گيٽ" کان " دلي گيٽ" تائين، ملتان جي پراڻي قلعي جي ڀتين جا نشان بيٺا هئا. دلي گيٽ کان ٻاهر، ڪپڙي اُٺڻ جا آڏاڻا آهن، جتي هٿ جو ڪپڙو تيار ٿئي ٿو. شهر جي اُنهيءَ حصي کي "ممتاز آباد" سڏجي ٿو. اُتان ٿي، اسين "دولت گيٽ" پهتاسين. اُتي مامي اسان کي هڪ مسافرخانو ڏيکاريو، جنهن ۾ غوث بهاءُ الدين زڪريا رح جي زيارتين لاءِ لَنگرُ چڙهندو آهي. اُنهيءَ کان پوءِ شمس سبز واريءَ جي درگاھ ڏسڻ وياسين. جنهن تي چٽساليءَ جو سهڻو ڪم ڪيل آهي.

ملتان جي وڏي اسپتال نشتر ميڊيڪل ڪاليج، هوائي اڏو، شيشي ۽ ڪپڙي جا ڪارخانا ۽ ٻيون ڪيتريون ئي جايون ڏسڻ جهڙيون آهن. توهان جو ڪڏهن ملتان اچڻ ٿئي، تہ ملتان کان ٨ ڪلو ميٽر پري، " پيران غيب" ۾ ڪيميائي ياڻ جو ڪارخانو ضرور گهمڻ وڃجو.

وڌيڪ احوال روبرو ڪنداسين. فقط

توهان جو پنهنجو

احمد علي

# مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١ – ملتانَ ۾ ڪهڙن بزرگن جا مقبرا آهن؟
٢ – ملتان جي ڪهڙي بازار واپار جو مرڪز آهي؟
٣ – ملتان جي ميڊيڪل ڪاليج جو نالو ڇا آهي؟
٤ – ”پيران غيب“ ۾ ڇا جو ڪارخانو آهي؟

( ب ) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ اِهي جملن ۾ ڪتب آڻيو:

ترتيب – عاليشان – اعليٰ – روبرو

( هہ ) اهڙا ڏهہ لفظ ٻڌايو جيڪي اسم ذات هجن.

( ج ) هيٺين لفظن جا ضد لکو:

| | | | |
|---|---|---|---|
| ڏکي | | سهڻو | |
| قديم | | پهرين | |
| صحيح | | اڳتي | |
| نئون | | دوست | |

( د ) توهين ڪنهن ڳوٺ يا شهر ۾ گهمڻ ويا هجو تہ اُن جو احوال خط ۾ پنهنجي دوست ڏي لکو.

سَبَقُ چاليهون

# سُر سارنگ

آگمیو آهي، لکڻهَ پَسُ لطيف چئي،
وُٺو مينهن وڏ ڦڙو، کيو ڏڻ ڪاهي،
ڇَنَ ڇڏي پَٽَ پئو، سمر سنباهي،
وِهو مَ لاهي، آسرو اللهَ مان.

☆ ☆ ☆

آگمَ ڪيا اللهَ ، لکڻهَ پَسُ لطيف چئي،
پَلَرَ جي پالوٽَ سين، پٽن جهليا پاهَ،
واحدَ وڏائي ڪيا، مَتي گَسن گاهَ،
سانگين وريا ساهَ، اُٺن آب آگوندرو.

☆ ☆ ☆

اڄ پڻ اُتر پار ڏي، ڪَڪَرَ تو ڪري،
روضي پاڪ رسول جي، پلٽيو پَٽَ پري،
وِڄُنِ ساڻ وري، تہ سنگهارن سُک ٿئي.

— شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رحہ

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١ – مينهن وسڻ تي ڪير خوش ٿيندا آهن؟
٢ – مينهن وسڻ کان پوءِ مال جي ڪهڙي حالت ٿيندي آهي؟
٣ – سنگهارن لاءِ ڪڏهن سک ٿيندو آهي؟
٤ – مٿين بيتن ۾ مينهن مان ڪهڙا فائدا بيان ڪيل آهن؟

( ب ) هيٺين لفظن جي معنيٰ ٻڌايو ۽ اِهي جملن ۾ ڪتب آڻيو:

آگميو – لکڻهہ – ڇَنَ – سمر –آب – اگوندرو.

( ج ) "بيماري بيچڙي بلا آهي" ، هن جملي ۾ ليڪ ڏنل لفظ حالت جو نالو آهي. اهڙا ڪجهہ ٻيا مثال ڏيو.

## علم حاصل ڪرڻ سان الله جو قرب ملي ٿو

سبق ايڪيتاليهون

# سُلَڇڻو شاگردُ

ڳالهه ٿا ڪن ته ڪنهن ڳوٺ ۾ اڪبر نالي هڪڙو ڇوڪرو هوندو هو، جنهن جي سارا ڳوٺ سچو ڳوٺ ڪندو هو. هي سوير سمهندو هو ۽ سوير اٿندو هو. اٿڻ سان خدا جو نالو وٺندو هو ۽ ماءُ پيءُ جي پيرين پئي، سندن دعائون ڪندو هو. پوءِ گهرجي سڀني ڀاتين کي سلام ڪري، اسڪول ڏانهن اسهندو هو.

اڪبر پنهنجي ننڍن ڀائرن ۽ ڀينرن سان پيار ڪندو هو. هو وڏن جي عزت ڪندو هو ۽ گهر جو ڪوبه وڏو يا ڪانئس وڏيءَ عمر وارو ماڻهو ساڻس ڳالهائيندو هو، ته اٿي بيهي،ڪيس ورندي ڏيندو هو. سڄي پاڙي جا ٻار اڪبر کي ڀائيندا هئا. هو به ساڻن مائٽن ڪان وڌيڪ هلندو هو. اڪبر اسڪول ۾ به اهڙو ئي مانُ لڌو هو، جهڙو گهر ۽ پاڙي ۾. هو اسڪول ۾ وقت تي ويندو هو ۽ اسيمبليءَ ۾ پهرينءَ قطار ۾ بيهندو هو.

اڪبر جي پوشاڪ سادي پر ڌوتل صاف هوندي هئي. هو اسڪول جي استادن جو چيو مڃيندو هو، جنهنڪري سڀئي استاد کيس ڀائيندا هئا. هو اسڪول جي رانديـن ۾ به ڀهرو وٺندو هو ڇاڪاڻ ته استادن ڪان ٻڌو هئائين ته راند ڪرڻ سان صحت برقرار رهي ٿي. اڪبر اسڪول ۾ ٿيندڙ جلسن ۽ ڊرامن ۾ به اڳرو ٿي ڀهرو وٺندو هو، جنهنڪري کيس ڪيترائي انعام مليا هئا. هو اسڪول جي امتحان ۾ پهريون نمبر ايندو هو، جنهن تي هيڊ ماستر، خوش ٿي، کيس اسڪالرشپ ڏياري هئي.

هڪ ڀيري، اڪبر اسڪول وڃي رهيو هو، ته هڪڙي ٻار جو ڪنهن سائيڪل واري سان ٽڪر ٿي پيو، جنهنڪري ٻار کي ٽنگ ۾ ڪجهه ڌڪ لڳا. هن ڊوڙي وڃي ٻار کي ڪنيو، ۽ ٽانگو ڪري، ويجهي شهر واريءَ اسپتال مان سندس ملم پٽي ڪرائي گهر پهچائي آيو.

ٻئي ڏينهن استاد ڪانئس اسڪول ۾ نه اچڻ جو سبب پڇيو. اڪبر استاد کي اڳئين ڏينهن وارو واقعو بيان ڪري ٻڌايو. استاد اهو ٻڌي، اڪبر جي رحمدليءَ جي واکاڻ ڪئي، ۽ ٻين ڇوڪرن جي اڳيان هن کي هڪ ڪتاب انعام ۾ ڏنائين.

اڪبر کي جانورن تي به ڏاڍي ڪهل ايندي هئي. هڪڙي ڀيري پاڙي جي ڪنهن ٻارَ ڪُتي جي هڪ گُلر کي مارڪُٽ پئي ڪئي، ته اڪبر جي اکين ۾ ڳوڙها اچي ويا. هُن انهيءَ ٻار کي سمجهائيندي، چيو ته ادا، جانورن کي به اسان جهڙو ساهه آهي ۽ اُنهن کي به ڌڪ لڳڻ سان ايذاءُ اچي ٿو،تنهنڪري اُنهن کي ڏکوئڻ سان خدا ناراض ٿيندو. ڇوڪرَ پنهنجي ڪئي تي ڏاڍو پڇتايو، ۽ اڪبر سان وعدو ڪيائين ته" ادا، آءٌ اڳتي اهڙي حرڪت نه ڪندس".

اڪبر پنهنجي ڳوٺ ۾ هڪڙي ٻارڙن جي ٻاري ٿاهي هئي، جنهن جو اڳواڻ پاڻ هوندو هو. ڪلاس جا ٻار جيڪي پڙهڻ ۾ ڪمزور هوندا هئا، تن کي پڙهڻ ۾ پڻ مدد ڪندو هو. هو اسڪول مان ڪڏهن به غير حاضر نه رهندو هو. اسڪول کان گسائڻ ۽ گهر جي ڪم ڪار کان نٽائڻ کي عيب سمجهندو هو. هو رحمدل، سچار، ارادي جو پڪو ۽ سدورو ڇوڪر هو. هن کي جيڪا خرچي ملندي هئي، سا گڏ ڪندو هو ۽ جڏهن پنج ڏهه رپيا ٿيندا هئس، تڏهن پر واري شهر جي بئنڪ ۾ وڃي جمع ڪرائيندو هو.

سياڻن سچ چيو آهي ته ٿڌو گهڙو پاڻ کي چانو ۾ رکائيندو آهي. سٺن لڇڻن واري شاگرد کي نه رڳو سندس مائٽ ۽ استاد مانُ ڏيندا آهن، پر هرڪو پيو جيءَ ۾ جايون ڏيندو اٿس. اسان کي به گهُرجي ته سُٺا لڇڻ سکون ۽ پڙهي لکي پنهنجي گهر ۽ ملڪ لاءِ ڪارائتا ثابت ٿيون.

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١ - اڪبر جي ساراهه سچو ڳوٺ ڇو ڪندو هو؟

٢ - اڪبر کي سڀ استاد ڇو پائيندا هئا؟

٣ - سٺن لڇڻن واري ٻار کي هر ڪو ماڻهو ڇو مانُ ڏيندو آهي؟

(ب) هيٺين لفظن جي معنيٰ ٻڌايو ۽ اُهي جملن ۾ ڪم آڻيو:

سلڇڻو - ورندي -اڳرو - ٻهرو - واڪاڻ - ڪهل.

(ج) ”ساوڪ ڏاڍي سونهن ڪري ٿي.“ جملي ۾ ليڪ ڏنل لفظ، خاصيت جو نالو آهي، اهڙا ٻيا ٽي لفظ ٻڌايو.

سَبَقُ ٻائيتاليهون

# لـوهـار

آءُ هڪ لوهار آهيان. لوهُ ڪُٽيندي ۽ ڳاريندي، نہ رڳو منهنجو رنگ بہ لوهہَ جهڙو ٿي ويو آهي، پر جسم بہ لوهہ جهڙوئي سخت ٿي ويو اٿم. منهنجي ڏورن ڪي هٿ لائي ڏسندا تہ اهي ماڻهوءَ جا ڏورا نہ پر لوهہ جا وڻوهڙ لڳندا. ملڪ جي پيداوار ۾ منهنجو وڏو حصو آهي. اوهيـن چوندا تہ آءُ ٻٽاڪون پيو هڻان، پر اهو سچ آهي.

اوهيـن ٿي ٻڌايو تہ هاريءَ کي چوني، ڪوڏريءِ ڪُرپي ڪير ٿو ناهي ڏئي؟ اُهو آءُ ئي آهيان . ڀلا اوهان جي گهر ۾ منهنجون ٺاهيل شيون ڪيـنَ آهن؟ ڏسو هو تئو، جنهن تي ماني پچي ٿي، اهو منهنجو ٺاهيل آهي؛ هوءَ چلهہ بہ مون ٺٺائي آهي. مانيءَ ٺڦٽي، جنهن کي ڪي ماڻهو وراٽي بہ سڏينِ، اها بہ منهنجيِ وڏاڻَ مان نڪتي آهي. آءُ تہ لوهہ جو استاد آهيان. پين اڳيان لوهہ ڀلي مستيون ڪري، پر آءُ ڪيس ماري مڄائيندو آهيان. تپائڻ ڪان پوءِ جيئن وراياڻس تيئن پيو ورندو آهي.

لوهہ سان آءُ اڪيلو ڪونہ ٿو لڙان، پر هي اوزار بہ منهنجي مدد ڪن ٿا. ڏسو هوءَ ڏَنوٽي آهي، جيڪا ڦوڪون ڏيئي باهہ ٻاري ٿي ۽ لوهہ کي نرم ڪرڻ ۾ مدد ڏئي ٿي. هيءُ وڏاڻُ آهي، جنهن کي هٿن سان مضبوط جهلي، آءُ لوهہ تي هٿان ٿو. هيءَ سنداڻ آهي، جنهن تي لوهہ کي ڪُٽبو آهي، تہ هيٺان مٿان سختيءَ ملڻ تي سولائي سان ٺَپجِي ۽ ڪُٽجي سگهي. هيءَ ڏسو انبوري آهي، جنهن سان سنداڻ تي لوهہ کي جهليندو آهيان. پريان ڇيٽي



پيئي آهي، جنهن سان لوهه جون سيخون وغيره ڪٽيون وينديون آهن. هي سُنبو آهي، جنهن سان لوهه ۾ ٽنگ ڪيا آهن. ڏسو هيءَ رواتي، جنهن سان آءٌ ڪهاڙيون، ڪوڏرون ۽ ڪاتيون تکيون ڪندو آهيان. آءٌ جاين ۾ ڪم ايندڙ سيخون ۽ گرڊر به ڪپيندو آهيان. اهي وڏا ڪم به منهنجي پورهيت ڀائرن جا کيل آهن. جيڪي لوهه کي مشين ۾ وجهي ان کي اهڙي شڪل ڏين ٿا.

آءٌ هاريءَ جو به ٻانهن ٻيلي آهيان. سندس پُراڻن هرن ۽ گاڏين کي پَٽ ۽ سيخون هڻي مضبوط ڪريان ٿو، جيئن ڪجهه وقت وري ڪم جهڙا ٿي پون. ماڻهو ڍڳي گاڏيءَ ۾ به سَرائي وجهائينِ ۽ ڦيٿن تي لوهي پَٽُ به چاڙهائينِ، ته جيئن اُهي گهڻو وقت جٽاءُ ڪن. لاباري لاءِ ڏاٽو به آءٌ ئي ٺاهيندو آهيان.

آءٌ مجلس جو مورُ آهيان. مون وٽ سدائين ڳوناٽن ڀائرن جون محفلون لڳل رهن ٿيون. جيستائين آءٌ ڪين ڪم ڪري ڏيان، تيستائين هو پاڻ ۾ ويٺا رهاڻيون ڪندا آهن. سندن منٺڙي گفتگو ۾، آءٌ به ڪڏهن ڪڏهن حصو وٺندو آهيان، نه ته ويٺو پنهنجي ڪم سان گڏ سندن رهاڻين مان مزو وٺان.

هڪ ڳالهه آءٌ اوهان کي ٻڌايان ته مون کي پنهنجي ڪم جي مزوري نَقَد به ملندي آهي، ته ڪڏهن فصل لهڻ تي اَن جي صورت ۾ به ملندي آهي؛ جنهن کي لاپو يا آهَٽُ چوندا آهن. آءٌ سندن آهتي سڏيو ويندو آهيان. واڍو به پنهنجا اوزار مون کان ٺهرائي ٿو. سندس ڪارائي، رَنبي، ڪهاڙو ۽ واهولو منهنجا ٺاهيل آهن. موچيءَ جو ته آءٌ وڏو مددگارُ آهيان. ڪيس منترڪو، پَڪَڙَ ۽ رَنبيِ آءٌ ئي ته ٺاهي ڏيندو آهيان. مطلب ته هر ڪاريگر کي آءٌ ڪم اچان ٿو.

اهڙيءَ طرح سڀني کي ڪم اچڻ جي ڪري، مون کي ڏاڍي خوشي ٿيندي آهي. سچ پچ ته جيڪي ماڻهو ٻين جي ڪم اچن ٿا، سي سچي خوشي ماڻين ٿا.

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١ – لوهار پنهنجي جسم ۽ ڏورن بابت ڇا چيو آهي؟
٢ – لوهار هاريءَ کي ڪهڙا اوزار ٺاهي ڏيندو آهي؟
٣ – لوهار جي اوزارن جا نالا ٻڌايو؟
٤ – لوهار ٻين ڪهڙن ڪهڙن ڪاريگرن جي ڪم ايندو آهي؟
٥ – لوهار کي مزوري ڪيئن ملندي آهي؟
٦ – ڪهڙا ماڻهو سچي خوشي ٿا ماڻين؟
٧ – هن سبق ۾ ڪهڙن ڪاريگرن جو ذڪر آيل آهي؟
٨ – لوهار واڍي لاءِ ڪهڙا اوزار ٿو ٺاهي؟
٩ – توهان جي گهر ۾ لوهار جون ٺاهيل ڪهڙيون شيون آهن؟

( ب ) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ اُهي جملن ۾ ڪم آڻيو:

پاڻهن ڀيلي - پورهيت - مجلس - نقد - ماڻيُن.

( ج ) هيٺين لفظن جا ضد لکو:

| | | | |
|---|---|---|---|
| سخت | | پريان | |
| سچ | | پراڻن | |
| استاد | | مور | |
| ماري | | نقد | |
| باهر | | خوشي | |

( د ) لفظ ڻاهيو ، جيئن: چوني - چونيون .

| | |
|---|---|
| ڪرسي | |
| تختي | |
| پيٽي | |
| ڪاني | |
| ڪهاڻي | |

( ه ) هيٺيان خال ڀريو :

١ - ڏسو هوءَ .......... آهي، جيڪا ڦوڪون ڏئي باهه ٻاري ٿي.

٢ - هيءَ .......... آهي، جنهن تي لوهه ڪُٽبو آهي.

٣ - آءُ هاريءَ جو .......... آهيان.

٤ - آءُ مجلس جو .......... آهيان.

ياد رکو ته :

* اسان کي هر پورهيت جي عزت ڪرڻ جڳائي.
* ٻين جي ڪم اچڻ ۾ ئي سچي خوشي ملندي آهي.

( و ) اسم ذات ڇا کي ٿو چئجي؟

سَبَقُ ٽيتاليهون

# هاڪِي

هر هڪ ملڪ کي پنهنجي قومي راند هوندي آهي. پاڪستان جي قومي راند ”هاڪي“ آهي. هيءَ راند آهي تہ اصل ڀرانگريزن جي، پر اسان جي وطن جا رانديگر اِن ۾ ايترا تہ پَڙُ آهن، جو هن راند کيڏڻ ۾ پاڪستان جو نالو سڄيءَ دنيا ۾ مشهور آهي. هيءَ راند گهڻو ڪري دنيا جي سڀني ملڪن ۾ کيڏي ويندي آهي ۽ اِن جا وڏن وڏن شهرن ۾ وڏا مقابلا ٿيندا آهن: تنهنڪري ان کي ” گڏيل قومن جي راند“ بہ چئجي ٿو.

هاڪيءَ جو ميدان مستطيل شڪل جو هوندو آهي. ان ميدان جي ڊيگهہ ٩١ ميٽر ۽ ويڪر ٥٠ کان ٥٥ ميٽرن تائين ٿيندي آهي. ميدان ۾ چُن سان نشان هنيا ويندا آهن. ڊگهين لائينن کي سائيڊ لائينز چئبو آهي ۽ ننڍين کي گول لائينز. هڪ لائين ميدان جي وچ تي هوندي آهي، جنهن کي سينٽر لائين چئبو آهي. ان کان سواءِ، بہ لائينون ٻيون بہ هونديون آهن، جن کي ٢٣ ميٽر لائينون سڏبو آهي. آخري ليڪن تي گول ڪڍي، پوئينءَ سڌيءَ ليڪ تي ساڍن ٽن ميٽرن جي وٿين تائين، ٻہ بانس جا لڪڙا ٻہ ٻہ ميٽر ڊگها بيهاري، وچ ۾ ساڍن ٽن ميٽرن جو مفاصلو ڇڏي، گول جي حد مقرر ڪبي آهي.



هيءَ راند ٻن ٽيمن جي وچ ۾ کيڏي ويندي آهي. هر هڪ ٽيم جا ڪل يارهن رانديگر ٿيندا آهن جن ۾ هڪ گول ڪيپر، ٻہ بئڪ، ٽي هاف بئڪ ۽ پنج فارورڊ ٿيندا آهن. راند جو ڪل وقت ستر منٽ هوندو آهي. جنهن ۾ ٣٥ منٽن ڪان پوءِ پنجن ڪان ڏهن منٽن تائين ساهي ٿيندي آهي. ساهيءَ کان پوءِ ٻَئي ڌريون پاسا مٽائي، وري راند شروع ڪنديون آهن.

وڏن مقابلن ۾، مقرر کيل وقت اندر، جيڪڏهن راند فيصلي کان سواءِ ختم ٿيندي آهي، تہ ڪجھ وڌيڪ وقت ڏنو ويندو آهي. پوءِ بہ راند نہ نبرندي آهي، تہ پينلٽي اسٽروڪن وسيلي نبيرو ڪيو ويندو آهي.

ميدان جي چوڌاري ڳاڙهيون جهنڊيون، ٿوري ٿوري مفاصلي تي، کُتل هونديون آهن، جيڪي راند جي ميدان جي حد ڏيکاربنديون آهن. هن راند ۾ بہ " ريفري " هوندا آهن. کين اهو اختيار هوندو آهي تہ ڪنهن بہ رانديگر جي اڻڱنگيءَ هلت تي، کيس راند کان ٻاهر ڪڍي ڇڏين، يا ڪنهن رانديگر کي ڌڪ لڳڻ تي راند روڪي ڇڏين.

هاڪيءَ جو بالُ ڪرڪيٽ جي بال جهڙو، پر رنگ جو اڇو ٿيندو آهي. هاڪيءَ جي شڪل لام لڪڻ وانگر هوندي آهي. هِن راند ۾ تمام گهڻي چستي ۽ چالاڪي گهرجي. گولَ ڪرڻ لاءِ وڏيءَ ڦڙتيءَ جي ضرورت هوندي آهي.

اسان جي پياري ملڪ پاڪستان کي هاڪي راند ۾ سڄيءَ دنيا ۾ وڏو مرتبو حاصل آهي. اسان جي رانديگرن جي هاڪ سڄيءَ دنيا ۾ آهي. اسان جي هاڪي ٽيم ڪيترائي عالمي اعزاز حاصل ڪيا آهن.

## مشق

( الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١- پاڪستان جي قومي راند ڪهڙي آهي؟
٢- هاڪيءَ کي گڏيل قومن جي راند ڇو سڏيو ويندو آهي؟
٣- هاڪيءَ جو ميدان ڪهڙيءَ شڪل جو هوندو آهي ؟
٤- هاڪي جي ميدان جي ڊيگھ ڪيتري هوندي آهي ؟
٥- هن راند ۾ هر ٽيم ۾ ڪل ڪيترا رانديگر هوندا آهن ؟
٦- هاڪي راند لاءِ ڪل ڪيترو وقت مقرر هوندو آهي؟
٧- هن راند ۾ ساهي گهڻن منٽن کان پوءِ ٿيندي آهي؟
٨- هاڪيءَ جو بالُ ڪهڙي قسم جو ٿيندو آهي؟

٩ – پاڪستان جي هاڪي ٽيم جي سڄيءَ دنيا ۾ هاڪ ڇو آهي ؟

١٠ – توهين ڪهڙي راند ڪيڏندا آهيو؟

(ب) هيٺين لفظن جي معنيٰ ٻڌايو ۽ اِهي جملن ۾ ڪم آڻيو:

پڙ – ساهي – وٽي – نبيرو – عالمي –
اڱڻي – هلت – هاڪ – مرتبو .

(ج) هيٺين لفظن جا ضد لکو:

| | | | |
|---|---|---|---|
| اصل | | سڌي | |
| ڏيکو | | شروع | |
| پوئين | | ڪُريشي | |

(د) هيٺيان خال ڀريو :

١ – هاڪي راند جي ميدان جي ويڪر ٥٠ ڪان ٥٥ ........... تائين ٿيندي آهي.

٢ – ڏکهين لائينن کي ........... لائينز چئبو آهي.

٣ – هيءَ راند........... ٽيمن جي وچ ۾ کيڏي ويندي آهي.

٤ – هن راند ۾ ٻه ........... هوندا آهن.

٥ – هاڪيءَ جي شڪل ........... وانگر هوندي آهي.

٦ – گول ڪرڻ لاءِ وڏي ........... جي ضرورت هوندي آهي.

(هہ) "آ" جي معنيٰ آهي "نہ". "آ" لفظ جي اڳياڙيءَ طور استعمال ٿيندي آهي، جيئن: آ – ڀنگي، جنهن جي معنيٰ ٿيندي. "جنهن کي ڀنگ نہ هجي" توهين "آ" اڳياڙيءَ وارا ٻيا لفظ لکي ڏيکاريو.



سَبَقُ چوئيتاليهون

# اچو تہ پنهنجو ڳوٺُ سُڌاريون (نظم)

پنيون پارا باغ سنواريون،
پنهنجا گهر ۽ گهاٽَ اُجاريون،
روشن مُستَقبلَ ڏي نهاريون،
اچو تہ پنهنجو ڳوٺ سُڌاريون.

رستن تي چٽڪارَ ڪنداسون،
پاسن کان وٽڪارَ ڪنداسون،
لڳي وڃن چوطرف بَهاريون،
اچو تہ پنهنجو ڳوٺ سُڌاريون.

علمُ، هُنر هڪ دولت آهي،
جنهن کي چوريءَ جو ڊپ ناهي،
ننڍين وڏن کي علم سيکاريون،
اچو تہ پنهنجو ڳوٺ سُڌاريون.

گندَ ڪچري ۾ آ بيماري،
آهي صفائي حڪمت واري،
ڳوٺن مان ڪچري کي ٻُهاريون،
اچو تہ پنهنجو ڳوٺ سُڌاريون.

مولٰي ملڪ ۾ مالُ وڌائي،
پنهنجو " سليم " تي پالُ پلائي،
پَليون هجن شل پنهنجون پَٺاريون،
اچو تہ پنهنجو ڳوٺ سُڌاريون.

- سليم هالائي

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١ – **ڳوٺ سڌارڻ لاءِ شاعرُ ڪهڙيون صلاحون ٿو ڏئي؟**

٢ – **علمُ ۽ هُنرُ دولت ڪيئن آهن؟**

٣ – **گند ڪچري مان ڪهڙو نقصان آهي؟**

٤ – **صفائي حڪمت واري ڪيئن آهي؟**

( ب ) هيٺين لفظن جي معنيٰ ٻڌايو ۽ اِهي جملن ۾ ڪم آڻيو:

**سنواريون – مستقبل – وڻڪار – حڪمت – ڀال .**

( ج ) هيٺين لفظن جا ضد لکو:

| | | | |
|---|---|---|---|
| روشن | | نئين | |
| مستقبل | | بيماريون | |
| اُڀرڻ | | وڏائي | |
| ٻهاريون | | پيليون | |

( د ) **هن نظم ۾** ”سنواريون – اُڀاريون“ **هم آواز لفظ آهن، جن کي قافيو چئبو آهي: اوهين هيٺين لفظن آڏو اُنهن جا هم آواز لفظ يعني قافيا لکو:**

| | |
|---|---|
| چمڪار | |
| آدمي | |
| ٻهاريون | |

( و ) ”واهه واهه! ڪيڏو نه سٺو ڪتاب آهي“ **جملي ۾ ليڪ ڏنل لفظ ڇا جي معنيٰ ٿو ڏيکاري؟**

کوڙن ماڻهن جي گهرن مان برڪتون ڪچي وڃن ٿيون

سَبَقُ پنجيتاليهون

# شهرِي رضاڪار

عام طرح ڏٺو ويو آهي ته دنيا ۾ جيڪو به ماڻهو خدمت ڪري ٿو، اهو موٽ ۾ اُنهيءَ خدمت جو بدلو ضرور چاهي ٿو. پر ڪي ماڻهو اهڙا به آهن، جيڪي ٻين جي خدمت ڪن ٿا، مگر اُنهيءَ جو ڪوبه اُجورو نٿا گهرن. اهڙا ماڻهو هر وقت ٻين جي خدمت ڪرڻ لاءِ تيار رهندا آهن ۽ ٻين جي واهَرَ ڪرڻُ پنهنجو فرض ڄاڻندا آهن. اهڙن ماڻهن کي "رضاڪار" چئبو آهي. "رضاڪار" جي معنيٰ ئي آهي بنا اجوري خدمت ڪرڻ وارو.

شهري رضاڪار ملڪ جي بچاءُ ، عام ڀَلي جي ڪمن ۽ اتفاقي حادثن جي وقت، ڏکويلن جي مدد لاءِ پنهنجون خدمتون آڇيندو آهي. هو اُها خدمت بنا ڪنهن پگهار يا لالچ جي ڪندو آهي. رضاڪارن جي مدد سان حڪومت پيش آيل ڏکين حالتن کي سولائيءَ سان منهن ڏئي سگهندي آهي. اهڙيءَ طرح، ڏکويل ماڻهن کي به تُرت سهارو ملي پوندو آهي. شهري رضاڪارن کي ڪي آزمودگار ماڻهو سِکيا پڻ ڏيندا آهن. اِنهيءَ سِکيا ۾ باهه وسائڻُ، تُرت علاج ڪرڻُ، ٽرئفڪ کي سنڀالڻُ وغيره پڻ شامل آهي.

جنگ جي زماني ۾، جڏهن فوج مورچا سنڀالي دشمن سان مقابلي ڪرڻ ۾ رُڌل هوندي آهي، تڏهن شهري رضاڪارَ وري شهري انتظام رکڻَ ۽ امن امان بحال ڪرڻَ ۾ مشغول هوندا آهن. سرڪاري جاين، رستن ۽ پلين جي بچاءُ ڪرڻ ۾ هو فوج توڙي پوليس جي مدد ڪندا آهن. جنگ دوران وڏن شهرن ۾ هوائي حملي جو ڊپ هوندو آهي، اِنهيءَ ڪري شهري رضاڪار رات ڏينهن چوڪس رهندا آهن،ته جيئن ڪو ماڻهو شهري بچاءَ جي اصولن جي



پيچڪڙي نہ ڪري. هو هوائي حملي ۾ ڦٽيل ماڻهن کي علاج لاءِ اسپتال ۾ پهچائيندا آهن ۽ ڊٺَلَ جاين هيٺان دٻيلَ ماڻهن کي ٻاهر ڪڍندا آهن.

شهري رضاڪارَ جنگ، طوفانَ، ٻوڏ توڙي زلزلي سبب ڌُتڙيل ماڻهن جي واهر ڪندا آهن. ڪيـن خطري وارين جاين تان ڪڍي، سلامتيءَ وارن هنڌن ڏانهن وٺي ويندا آهن. ٻوڏ جي وقت، شهري رضاڪارَ ٻوڏ جي ستايل ماڻهن لاءِ کاڌي، ڪپڙي ۽ دوا درمل جو بہ بندوبست ڪندا آهن. اُهي شهرن توڙي ڳوٺن ۾، اهڙا مرڪز قائم ڪندا آهن، جتي کاڌو، ڪپڙو ۽ دوائون گڏ ڪندا آهن، ۽ پوءِ اُهي شيون اُنهن ماڻهن ۾ ورهايون وينديون آهن.

انهيءَ سان گڏوگڏ، جنگ جي وقت هو پنهنجي نند ڦٽائي، شهرن ۾ پهرو ڏيندا آهن. ٻوڏ جي وقت بچاءَ بندن تي پهرو ڏيندا آهن. ڪڏهن بہ ڪا وبائي بيماري پکڙندي آهي، تہ شهري رضاڪارَ بيمارن جي خدمت ڪندا آهن. حڪومت بيماريءَ کي روڪڻ لاءِ جيڪي اپاءَ وٺندي آهي، تن تي عمل ڪرائيندا آهن.

اسان جي ملڪ ۾ ڪي اهڙا بہ سماج دشمن ماڻهو رهن ٿا، جيڪي ٻارن کي ڪٽي وجي وڪڻندا آهن. شهري رضاڪارَ اُنهن ٻارن کي ڳولي، مائٽن تائيـن پهچائيندا آهن ۽ جيڪي ڏوهاري هوندا آهن، تن کي پوليس جي حوالي ڪندا آهن. اُن کان سواءِ مائٽن کان پيچي ويل ٻارن کي بہ هٿ ڪري مائٽن جي حوالي ڪندا آهن.

اَڄُڪَلهہ رضاڪارُ ٿي ڪم ڪرڻ جو جذبو وڌي رهيو آهي: خاص ڪري شاگرد انهيءَ ڳالهہ ۾ دلچسپي وٺي رهيا آهن. شاگردن جي انهيءَ لاڙي جو فائدو وٺندي اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ اهڙا مرڪز قائم ڪيا پيا وڃن، جتي ڪَيـن فوجي ۽ شهري بچاءَ جي سِکيا ڏني وڃي ٿي، جيئن جنگ توڙي امن ۾ قوم ۽ ملڪ جي خدمت ڪري سگهن.

رضاڪارُ ٿِي، پنهنجي قوم ۽ ملڪ جي خدمت ڪرڻ جو جذبو ساراهہ جي لائق آهي. اسان سڀني کي اهڙي خدمت ڪرڻَ لاءِ هر وقت تيار رهڻ گهرجي.

## مشق

(الف) هيٺيـن سوالن جا جواب ڏيو:

١ - شهري رضاڪارُ ڪنهن کي چئبو آهي؟
٢ - حڪومت ڪنهن جي مدد سان ڏکين حالتن کي سولائيءَ سان منهن ڏِني سگهندي آهي؟
٣ - شهري رضاڪارن کي ڪهڙي سکيا ڏني ويندي آهي؟
٤ - جنگ جي زماني ۾ شهري رضاڪارَ ڪهڙي خدمت ڪندا آهن؟
٥ - هوائي حملي وقت رضاڪارَ ڪهڙي خدمت ڪندا آهن؟
٦ - ٻوڏ جي وقت شهري رضاڪارَ ڪهڙو بندوبست ڪندا آهن؟

( ب ) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ اِهي جملن ۾ ڪم آڻيو:

**اجوري - واهر - ترت - آزمودگار- سگهيا -چوکس - ڏنڙيل - لاڙي.**

(ج) هيٺين لفظن جا ضد لکو:

| | | | |
|---|---|---|---|
| موت | | ڏنل | |
| فرض | | پوڙ | |
| سولائي | | ننڊ | |
| ٻاهر | | بيماري | |
| جنگ | | دشمن | |
| ٻاهر | | شاگرد | |

( د ) هيٺيان خال ڀريو:

١ - **رضاڪار جي معنيٰ ئي آهي بنا ............ خدمت ڪرڻ وارو.**

٢ - **شهري رضاڪارن کي ڪي ............ ماڻهو سگهيا پڻ ڏيندا آهن.**

٣ - **ٻوڏ توڙي زلزلي سبب ............ ماڻهن جي مدد ڪندا آهن.**

۴ - **شاگردن جي انهيءَ ............ جو فائدو وٺندي اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ اهڙا مرڪز قائم ڪيا پيا وڃن.**

( هه ) " ڪمالُ ڪتابُ پڙهي ٿو. " **جملي ۾ جن اسمن هيٺيان ليڪ ڏنل آهي،تن کي جنس مذڪر چئبو آهي- اهڙا ٻيا ڪجهه مثال ڏيو،جيڪي مذڪر جنس جا هجن.**

---

**ٻئي سان نيڪي ڪندا رهو ۽ بدلي جي اميد نہ رکو**

سَبَقُ ڇائيتاليهون

# گهر جي ٺاهَ جوڙَ

گهر جي سُونهن جو دارومدارُ آهي اُن جي ٺاهَ جوڙَ تي: ۽ ٺاهَ جوڙَ جو دارومدار آهي گهر ڌياڻيءَ جي سُگهڙائپَ تي. گهر جي ٺاهہ جوڙَ جو مطلب اهو نہ آهي تہ گهر ڪي قيمتي سامان سان سَٽي، اُن ڪَي ماڻهين گدام بڻائي ڇڏجي. سامان ڀلي ڪٽي ٿورو ۽ سادو ڇو نہ هجي، پر اُن کي اهڙيءَ تہ سٺيءَ ترتيب سان رکڻ گهرجي، جو ڪابہ شيءِ اجائي محسوس نہ ٿئي. هرڪا شيءِ صاف ۽ پنهنجي جاءِ تي هجڻ گهرجي.

گهر جي ٺاهَ جوڙَ لاءِ پئسي کان وڌيڪ ضروري ڳالھ ڌيانُ ۽ دلچسپي آهي. گهڻيون عورتون گهر جي ٺاهَ جوڙَ لاءِ پئسي جي ضرورت تي زور ڏينديون آهن: پر حقيقت اها آهي تہ ٿوريءَ آمدنيءَ وارن گهرن جون سُگهڙَ زالون بہ، پنهنجي گهر جو سامانُ اهڙيءَ تہ سهڻيءَ سٺاءَ سان ٺاهي جوڙي رکنديون آهن، جو گهر جون چارئي ڪُنڊون پيون کِلنديون ۽ ٻهڪنديون آهن.



گهر جي ٺاهَ جوڙَ ۾، سڀ کان اول صفائيءَ جو خيال رکڻ گهرجي. گهر جي پٽين ۽ ڇتين تي ڄارو ڄمڻ نہ ڏجي. فرش کي صبح شام صاف ڪرڻ گهرجي. فرنيچر جي بہ روزانو

ڇَندَ ڦُوڪَ ڪرڻ گهرجي. اجايا ليڪا ڪڍي، ڀتين کي بي زيبو نہ بڻائجي. گهر ۾ ڪم ايندڙ سامانُ، جهڙوڪ: کٽون، پلنگ، ڪرسيون، ميزون ۽ ٻيون شيون، اهڙي ڍنگ سان رکڻ گهرجن، جيئن انهن کي باربار ڦيرائڻو نہ پوي.

کٽن ۽ پلنگن تي صاف چادرون وڇائڻ گهرجن. گهٽ گهرن ۾ رليءَ جي پُڙ کي بہ چادر طور استعمال ۾ آندو ويندو آهي. وهاڻي جون ڇَوُون بہ ساڳئي نموني تي ٺاهي سگهجن ٿيون. اِن ريت گهر جو ماحول نہ رڳو رنگا رنگ ۽ وڻندڙ ٿئي ٿو، پر مهمان مَڙئي تي بہ گهر ڌياڻيءَ جي سگهڙائپَ جو سٺو اثر ويهي ٿو. اهڙيءَ طرح، پنهنجي هٿ جي هنر جو گهر وٽي نِماءُ پڻ ڪري سگهجي ٿو.

ڀتين جي سُونهن وڌائڻ لاءِ، اُنهن تي سهڻي نظاري واريون تصويرون ٽنگڻ گهرجن. تصويرون هٿ جون ٺهيل بہ هونديون آهن، تہ ڇپيل بہ هونديون آهن. ڪنهن بہ تصوير جي چونڊ مان توهان جي ذوق جي خبر پوندي. حضرت شاهہ لَطِيف رحہ جا ڇپيل يا هٿ سان لکيل بيتَ بہ فريم ڪرائي ڀتين تي لڳائي سگهجن ٿا.

گلن سان بہ ماحول کي حَسِينُ بڻائي سگهجي ٿو ۽ اُن مان سينگارڻ واري جي سهڻي ذوق ۽ پسند جو بہ پتو پوي ٿو. پوشيل ميز تي، جيڪڏهن گلدان ۾ تازا گل سجايل هوندا، تہ گهرجي ڀاتين توڙي مهمانن کي تازگيءَ جو احساس ٿيندو. جيڪڏهن موسمي گل هٿ نہ اچن، تہ ڪاغذ جا گل بہ ٺاهي سگهجن ٿا. اهڙيءَ طرح هٿ جي هنر جي نمائش بہ ٿيندي ، تہ گهَرجي سُونهن ۾ پڻ واڌارو ايندو. گهرجي اگڻ ۾، زمين يا ڪونڊين ۾ گلن جا ٻوٽا پوکي بہ سُونهن پيدا ڪري سگهجي ٿي.

اسان جي ٻهراڙيءَ جي گهرن سان بہ، ڳاهہ جوڙ جا ساڳيا اصول لاڳو ڪري سگهجن ٿا. مثال طور ڌيانُ، دلچسپي، صفائي ۽ سُگهڙائپَ. سچ تہ اهو آهي تہ سادگيءَ کي پنهنجي سُونهن آهي. اهڙي سُونهَن ڏسڻي هجي تہ ٻهراڙيءَ جي ڪکاون گهرن ۾ وڃجي. نوان لِنَلَ اڇا اجرا اگڻ، گهر ڌياڻيءَ جي محنتَ ۽ سُگهڙائپَ جي ساک ڀيا ڀريندا. اندر گهر ۾ پَڇنڊيءَ تي صاف ۽ جرڪندڙ ٿانوَ قطار ۾ سجايل هوندا. کٽ تي اُڪرَ واري چادَر ۽ وهاڻي جي ڇَوَ گهر ڌياڻيءَ جي سُگهڙائپ جي شاهدي پيون ڏينديون.

گهر جي ٺاهہ جوڙ سان ، گهر ڌياڻيءَ جي هر ڪو واکاڻ ڪري ٿو. سندس هٿ جي هنر جي هر هنڌ هاڪ ٿئي ٿي. سنواربل ۽ سينگاربل گهر جو، گهر جي ڀاتين جي صحت ۽ شخصيت تي پڻ سٺو اثرُ پوي ٿو. اهڙي گهر کي" ڌَرتيءَ تي بهشت" چئجي، تہ بہ صحيح ٿيندو.

# مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١ - گهر جي سونهن جو دارو مدار ڇا تي آهي؟
٢ - گهر جي ٺاهه جوڙ لاءِ سڀ کان وڌيڪ ضروري ڳالهه ڪهڙي آهي؟
٣ - گهر جي ٺاهه جوڙ لاءِ سڀ کان اول ڇا جو خيال رکڻ گهرجي؟
٤ - هٿ جي هنر جي گهر ويٺي نمائش ڪيئن ڪري سگهجي ٿي؟
٥ - ڪڪاوَن گهرن ۾ ڪهڙي سونهن آهي؟
٦ - سنواريل ۽ سينگاريل گهر جو گهر جي ڀاتين جي صحت تي ڪهڙو اثر پوي ٿو؟

( ب ) هيٺين لفظن جي معنيٰ ٻڌايو ۽ اهي جملن ۾ ڪم آڻيو:

**سٿي - ترتيب - بي زيبو - ماحول - ساک .**

( ج ) هيٺين لفظن آڏو انهن جا ضد لکو:

| | | | |
|---|---|---|---|
| قيمتي | | تازا | |
| سادو | | گُل | |
| اجائي | | واڪاڻ | |
| اول | | بهشت | |
| فرش | | صحيح | |

( د ) " ٺاهه جوڙ " ٻِٽو لفظ آهي، اوهين هن سبق مان اهڙا ٻيا ٻِٽا لفظ لکي ڏيکاريو.

( هه ) هيٺيان خال ڀريو:

١ - گهر جي ڀتين ۽ ڇتين تي ........... جمڻ نه ڏجي.
٢ - رليءَ جي ........ کي چادر طور استعمال ڪيو ويندو آهي.
٣ - سچ ته اهو آهي ته ............ کي پنهنجي سُونهن آهي.
٤ - گهر ۾ ............. تي صاف ۽ جرڪندڙ ٿانو قطار ۾ سجايل هوندا.

نہ پاڻ کي پلائي ڪرڻ کان روڪيو ۽ نہ وري پيئڻ کي

سَبَقُ سنتيناليهون

# لُوڻَ جي آتمُ ڪهاڻِي

مون کي هر ڪو سڃاڻي، آءٌ ڪنهن کي بہ ڪِين ڄاڻان! هر گهر ۾ منهنجو استعمالُ ٿئي ٿو. اُهو ڪهڙو طعام آهي، جنهن ۾ منهنجي هئڻ جي ضرورت نہ آهي! هر ڪو کاڌو مون کان سواءِ بي سوادي آهي. مون کي پلي ڪٿي سالُ رکي ڇڏيو، پر خراب اصل ڪين ٿيان. نالو تہ منهنجو اوهين پڪ ڄاڻي ويا هوندا. ها مون کي" لوڻُ"چوندا آهن، ڪي وري "نمڪ" بہ ڪوٺيندِ.

آءٌ آهيان بہ گهراڻي گهر جو! اِنهيءَ ڪري وڏائي تہ اصل ڄاڻان ئي ڪين. زماني جا حال تہ توهان کي ساريا پيا آهن. توم ۽ بصر جهڙيون شيون بہ ڪڏهن اڻ لڀ ٿيو وڃن؛ پر آءٌ هر وقت ۽ هر هنڌ هڪيو حاضر آهيان. نڪي لڪان، نَڪي ماٿو ڪري پنهنجو مُلهہ وڌايان. امير توڙي غريب جي هڪجهڙي خدمت ڪريان، ائين نہ ڄاڻو تہ آءٌ ڪو اڪيلو آهيان. وڏي قبيلي وارو آهيان. اچو تہ آءٌ اوهان کي پنهنجي ڪهاڻي سُڻايان.

اسين پاڻيءَ توڙي خشڪيءَ ۾ رهون ٿا. آءٌ سمنڊ ۾ رهان. ماڻهو سمنڊ جي ڪناري تي ننڍين ٻارين ۾ سمنڊ جو پاڻي پريو ڇڏين. جڏهن پاڻي سُڪيو وڃي، تہ آءٌ ظاهر ٿيو پوان. اِنهيءَ ڪري مون کي سڏين ٿي "ساموندي لوڻ." منهنجو ٻيو ڀاءُ رهي کاري پاڻيءَ جي ڍنڍن ۾. ٿر ضلعي جي ڏيپلي تعلقي ۽ سانگهڙ ضلعي جي کپري تعلقي ۾ سارَڻ ۽ ڍليارَ ڍنڍيون آهن، جتي منهنجو ٻيو ڀاءُ رهندو آهي. منهنجو ٽيون ڀاءُ ڪلرائين زمينن ۾ رهندو آهي. ماڻهو ڪَلَرُ ميڙي، پاڻيءَ ۾ پُسائيندا آهن. پوءِ اُن جو مٿاڇرو پاڻي ڪٽي، ڪاڙهي، منهنجي ڀاءُ کي ظاهر ڪندا آهن. اُن کي "ڪلرانو لوڻ" چون. اسان ٽنهي جو رنگ اڇو آهي. منهنجا ٻيا بہ ڀائر جبلن ۾ رهندا آهن. اُنهن مان هڪ جو رنگ ڳاڙهسَرو آهي، اُن کي "سينڌو لوڻ" سڏين. ٻئي جو رنگ ڪارو آهي. اِنڪري اُن کي سڏين ٿي "ڪارو لوڻ". پنجاب ۾ ڍَنڍوتَ وٽ منهنجي انهن ڀائرن کي جبلن مان کوٽي ڪڍيو اٿن. انهيءَ کي جابلو لوڻ پيهي پوءِ ڪم آڻيندا آهن.

آءٌ کاڌي کان سواءِ دوائن ۾ بہ ڪم ايندو آهيان. خاص ڪري پيٽ جي سور جي ڦڪين ۾ منهنجا ڀائر، سينڌو لوڻ ۽ ڪارو لوڻ ڪم ايندا آهن. آءٌ جانورن جي بہ ڪم اچان ٿو. ٽڪ جي حالت ۾ اُنن، گهوڙن ۽ ڍڳن کي منهنجون هڪ يا ٻہ لپون کارائيبيون تہ ٽڪ لهي ويندو اٿن.

آءٌ جنهن سان بہ ملان، ان کي خراب ٿيڻ ڪِين ڏيان. منهنجي رهڻ جي ڪري سمنڊ جو پاڻي ڪڏهن بہ ڪِنو ڪين ٿئي. توهان ڏٺو هوندو تہ ڪَلِن، مڇيءَ، پَلي يا گوشتَ

سُڪائڻ وقت مون کي ڪتب آندو ويندو آهي. آءُ اُنهن جي رس سان ملي ويندو آهيان، تنهنڪري اُنهن ۾ نڪا بدبوءِ ٿئي ۽ نه ئي وري اهي شيون ڪِنيون ٿين: پلي مهينن جا مهينا رکيون هجن.

آءُ جڏهن برف سان ملندو آهيان، ته اُن کي ڳرڻ کان روڪي، وڏيڪ ٿڌ پيدا ڪندو آهيان. ڪُلفي ۽ آئس ڪريم ته توهان پڪ کاڌي هوندي، پر اُنهن کي توهان تائين پهچائڻ ۾ به، منهنجو ٿورو گهڻو هٿ آهي. ڪلفي يا آئس ڪريم ناهڻ وارا برف ڪُٽي، اُن ۾ مون کي ملائي، سانچي ۾ پاهران رکندا آهن، ته سانچي ۾ پيل کيرُ ڄمي ڪلفي ٿي پوندو آهي.

آءُ ڏاڍو ڪمائتو آهيان، پر منهنجي گهٽائي نقصانڪار آٿوَ. کاڌي ۾ ضرورت کان گهڻو پئجي ويس، ته طعام ڪارو ٿي پوندو. زمينَ ۾ وڌي ويندو آهيان، ته اتي ڪلرُ ٿي پوندو آهي. ڪلرائيءَ زمينَ ۾ نه پوک ٿيڻ ڏيان نه وري ڪا ڪچي جاءِ بيهڻ ڏيان. جاين جون پاڙون کائي، چٽ ڪري ڇڏيندو آهيان. " ڦٽن تي لوڻ ٻُرڪڻ " ته توهان ٻڌو هوندو. اِئين تڏهن چئبو آهي، جڏهن ڪنهن جي ڏکويل دل کي وڌيڪ ڏکوئبو آهي. پلائي ڪري ڪنهن جي دل نه ڏکوئجو. نه ته آءُ هرويرو بدنام ٿيندس.

اِها ڳالهه ياد رکجو ته پاڻي منهنجو دشمن آهي. آءُ ان کان وَنءُ ويندو آهيان. پاڻي منهنجي وجود کي ڳاري ناس ڪري ڇڏيندو آهي. مُڙان وري آءُ به ڪِينَ! پاڻي مون کي ڳاري، ته آءُ وري اُن جو سواد بدلائي کارو ڪريو ڇڏيانس، پوءِ سيڪو پيو ٿُوڪاريس.

پارو! اڄ مون کي دنيا ۾، جيڪو مانُ ۽ مرتبو حاصل آهي، سو اِنهيءَ ڪري آهي جو مون ڏاڍا ڏک ۽ ڏاڪڙا ڏٺا آهن، ۽ سخت ڪشالا ڪڍيا آهن. پنهنجي ننڊ ۽ آرام ڦِٽائي، ڪارخانن ۾ پيسجي اَئو ٿيو آهيان. سچ آهي ته هِن دنيا ۾ مانُ ۽ مرتبو گهر ويٺي، مفت ۾ ڪِينَ ملندو آهي. مانُ ۽ مرتبو ملندو آهي محنت سان. محنت ڪريو، ننڊ ۽ آرام ڦِٽائي پڙهو ۽ لکو، ته اڳتي هلي، وڏي مانَ ۽ مَرتبي وارا ليکجو.

## مشق

( الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

١ - لوڻَ جا گهڻا قسم آهن؟

٢ - لوڻُ ڪهڙي ڪم اچي ٿو؟

٣ - زمين ۾ لوڻ جي وڌڻ ڪري ڪهڙو نقصان ٿو ٿئي؟

٤ - ٿر پارڪرءِ سانگهڙ ضلعن جي ڪهڙين ڍنڍن مان لوڻ لهي ٿو؟

( ب ) هيٺين لفظن جي معنيٰ ٻڌايو ۽ اِهي جملن ۾ ڪم آڻيو:

وڏائي - ان لپ - هڪيو - ماٺو - مُلهه - ڪِنو- چَٽ - سواد.

هِن ڪتاب جا سڀ حق ۽ واسطا
سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ، ڄامشورو، سنڌ وٽ محفوظ آهن.


سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ، ڄامشورو جو تيار ڪيل ۽ تعليم کاتي جو
سنڌ پرڳڻي جي پرائمري اسڪولن لاءِ واحد نصابي ڪتاب طور منظور ڪيل.
ڪتابن جي نصاب جي جائزي واري قومي ڪميٽيءَ جو سڌاريل.


# قومي ترانو

پاڪ سرزمين شاد باد     ڪشورِ حسين شاد باد
تونشانِ عزمِ عالي شان     ارضِ پاڪستان
مرڪزِ يقين شاد باد
پاڪ سرزمين ڪا نظام     قُوّتِ اُخُوّتِ عوام
قوم، مُلڪ، سلطنت     پائنده تابنده باد
شاد باد منزلِ مُراد
پرچمِ ستاره و هلال     رهبرِ ترقّي و ڪمال
ترجمانِ ماضي شانِ حال     جانِ اِستقبال
سايۀ خدائي ذوالجلال



| سلسليوار نمبر 14837 | | ڪوڊ نمبر 98 | |
|---|---|---|---|
| ڇپجڻ جو مهينو ۽ سال | ڇاپو | تعداد | قيمت |
| January - 2003 | Fourth | 30,000 | 23.35 |



AZR

# پڙهندڙ نَسُل ـ پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ

ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙ، ٻاڙي، ڪاٺُو، ڀاڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طرح وڻن جا پنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نسُل وارا پنَ بہ مختلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پوءِ ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، جاڻ، سمجهه ۽ ڏاهپ کي گيتَ، بيتَ، سِٽ، پُڪارَ سان تَشبيهه ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهه نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄاڻائي کي پاڻ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٺي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَڙهن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَڙهَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن ڪي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

ٻَڙهندڙ نَسُل جا ٻَنَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽـڙ گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ "منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَـنَ پَـنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)